سنڌي ٻوليءَ جي مطالعي جو اشاعتي سلسلو




# سنڌي آوازن جا تبادلا

محمد سومار شيخ

سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو

حيدرآباد / ڪراچي

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جو اشاعتي سلسلو
سنڌي ٻوليءَ جي مطالعي بابت
ڇهريون ڪتاب

تعداد هڪ هزار

١٩٩٢ع

ملڻ جو هنڌ
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
سنڌ صوبائي ميوزيم
قومي شاهراهہ، حيدرآباد سنڌ

قيمت ٠٠ - ١٥ روپيا

هيءُ ڪتاب سنڌ ٽيڪ ڪمپيوٽرز حيدرآباد وٽان ڪمپوز ٿيو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري حيدرآباد/ڪراچي طرفان شايع ٿيو.

# عنوان جي فهرست

# پيش لفظ

سنڌ صوبائي حڪومت جي طرفان "سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو" (سنڌي لئنگويج اٿارٽي) قائم ٿيو آهي جنهن جي سهاري هيٺ سنڌي ٻولي بابت تحقيقي اشاعت جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي.

"سنڌي ٻوليءَ جو مطالعو" هڪ وسيع موضوع آهي، جنهن ۾ٻوليءَ جي تاريخ، صرف نحو، ٻوليءَ جي اندروني سٽاء، روزمره جي ٻولي، اصطلاح، الفاظ وغيره اچي وڃن ٿا. انهن عنوانن تي تحقيقي ڪتاب شايع ڪرڻ "سنڌي لئنگويج اٿارٽي" جي رٿا ۾ شامل آهي. هي ڪتاب "سنڌي آوازن جا تبادلا" انهيءَ رٿا جي سلسلي جو پهريون ڪتاب آهي.

مرحوم شيخ محمد سومار جو ادبي ڄاڻ ۽ تحقيق جي سلسلي ۾ راقم سان واسطو هو ۽ هن هيءُ ننڍڙو مگر قيمتي ڪتاب لکيو جيڪو سنہ ١٩٦٩ع ۾ شايع ٿيو. سنڌي زبان جي صوتيات جي سلسلي ۾ هن ڪتابڙي جي اهميت محسوس ڪندي ان کي دوباره شايع ڪيو وڃي ٿو. هن موضوع تي هي ڪتابڙو هڪ ابتدائي ڪوشش آهي ۽ اميد ٿي ڪجي تہ ٻيا سمجهدار سڄڻ هن موضوع تي وڌيڪ ويچار ڪندا ۽ لکندا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
چيئرمين سنڌي لئنگويج اٿارٽي

# مھاڳ

علمِ لسان يا ٻوليءَ جي علم جي صوتيات هڪ وڏي شاخ آهي.صوتيات پڻ پنهنجيءَ جڳهه تي هڪ ڌار علم آهي.صوتيات جون پڻ ڪافي شاخون آهن، جن مان هڪ شاخ " آوازي" (اڪري) مٽا سٽا پڻ آهي.

جهڙيءَ طرح هڪ رپئي ۾ سؤ پئسا آهن، يا ڪٽي هينئن چئجي ته "هڪ سئو نوان پئسا هڪ روپئي جي برابر آهن" ته غلط نه آهي آوازي مٽاسٽا يا تبادلو پڻ ائين آهي.هڪ آواز جي پاران ٻيو آواز ڪم ايندو آهي ۽ مطلب يا ڪارج ساڳيو ٿيندو.

مٽاسٽا يا آوازي تبادلي جا ڪيئين قسم آهن. جن مان ٻه مُکيه وڏا نمونا آهن.

(١) گهرو يا ملڪي مٽاسٽا .

(٢) ٻاهرين يا ڌارين ٻولين سان مٽاسٽا.

لاڙي، ڪڇي، لاسي، ٿري ، اترادي، سرائڪي، ۽ وچولي واري سنڌيءَ ۾ ٿورو گهڻو فرق آهي. اهو گهرو تبادلو آهي. ٻاهريون ٻوليون جهڙوڪ اڙدو، پنجابي، بلوچي، بنگالي، انگريزي، عربي ۽ فارسيءَ جو پڻ ڪجهه نه ڪجهه اکرن جي تبادلي تي اثر رهندو. اهو بيروني تبادلو آهي.بيروني تبادلي لاءِ هن تذڪري ۾ گهٽ گنجائش رکيل آهي، البته اندروني تبادلي ڪي وضاحت سان ورجايو ويو آهي.

سنڌ ۾ ڪيئين ٻاهريون ٻوليون اچي هتي جون ٿي ويون.انهن جي مادري ٻوليءَ جي مٽاسٽا جو پڻ سنڌيءَ تي اثر آهي.پراڻا سنڌي ۽ نوان سنڌي انهيءَ تبادلي کي هينئر به ڪٽيو اچن. جيڪي قومون هينئر تازو سنڌيءَ کي پنهنجو پيون ڪن،

انهن پڻ ٻوليءَ ۾ آوازي گهٽي هير ڦير آندي آهي.

اسان جي ٻولي حضرت عيسيٰ کان ۵۰۰۰ ورهيه اڳ ڳالهائي ۽ لکي ويندي هئي. هن ٻوليءَ کي اُسرن، پٽين، هٽين، سومرن ۽ ٻين قومن آرين کان اڳ پئي ڳالهائيو ۽ لکيو. آريا پڻ هن ٻوليءَ کان زبردست متاثر ٿيا. سنڌيءَ جو آرين جي ٻوليءَ سنسڪرت تي ۹۵ سيڪڙو اثر آهي. آرين کان پوءِ يوناني سٿين، عرب، ايراني، افغان ۽ ترڪ پڻ هن ڏيهه ۾ آيا، انهيءَ جو به هن ٻوليءَ تي ڪجهه نه ڪجهه اثر ٿيو. هينئر جو اسان جا هندستاني ڀائر اسان وٽ اردو ٻولي ڪٽي آيا آهن ته ڪجهه سنڌيءَ جو اردوءَ تي ۽ ڪجهه اردوءَ جو سنڌيءَ تي اثر پئجي رهيو آهي.اُهي اثر ئي آهن جي آوازن کي تبادلي جي رس ۾ آڻين ٿا.

اسان آوازن جي متاستا جي تاريخ ڪٽنداسون ته موهن جي دڙي کان وني اڄ ڏينهن تائين اِها متاستا، اسان سان ساٿ ڏيندي اچي. قومن جي تاريخ جيٰ سچي سڃاڻپ وڻٽي هجي ته ٻوليءَ کان پڇجي. ٻولي ئي قومن جي ٻولتي تاريخ آهي. هي جو اسين ڪن لفظن ۾ "و" کيٰ "ب" ڪري اُچارينداَ آهيون اهو اسان تي آرين جو اثر آهي. اسين چئون "واهوندو" ۽ ساڳيو لفظ "وسنت" ۽ بسنت به ڪري اُچاريون. سڌو سنئون اهو اثر اسان تي آرين جو آهي. اهو اسان تي موهن جي دڙي جي تهذيب، تمدن ۽ تاريخ ختم ٿيڻ کان پوءِ پيو آهي.اسان به آرين کي بخشيو ڪو نه. آريا جتي "ب" جي جاءِ تي "و" ڪم آڻيندا آهن. اهو سڌو سنئون مٿن اسان جو اثر آهي.اردو ۽ هندي جيڪا سنسڪرت جي ٻڻ مان آهي، ان تي به سنسڪرت وانگر ۹۵ سيڪڙو اثر

آهي. سواءِ اڪرن جي هير ڦير جي سنڌي، هندي ۽ اردو هڪ جھڙيون ٻوليون آهن. البت ڪي خوبيون جي سنڌيءَ ۾ آهن سي مذڪوره ٻولين ۾ نہ آهن.

متاسنا جا جيڪي وڏا سبب آهن، انهن ۾ پراڻي رسم الخط جو ٻنهہ وڏو هٿ آهي. "ب" ۽ "و" جو جيڪو تبادلو ٿيو آهي جنهن جو ذڪر مٿي ڪيو اٿم؛ اهو پڻ رسم الخط جي پراڻي لکيت جي ڪري ٿيو آهي. موهن جي دڙي جي "ب" ۽ برهمي يا آرين جي لکيت جو "و" هڪ جهرمي شڪار رکن ٿا انهي ڪري "و" جي جڳهہ تي "ب" اچي وئي ۽ عالمن سڳورن جو "و" جي جاءِ تي "ب" کي ياد ڪيو تہ، عوام بہ اها اهل ڪئي ۽ اها غلطي درستيءَ ۾ تبديل ٿي وئي. غلط اچارڻ بہ متاسنا کي هٿي ڏئي ٿو. ڪو چوي "ويڙهو" تہ ڪو چوي " لوڙهو،" ڪو فرمائي " نقصان" تہ ڪو چوي "نڪشان." ايئن ڦير گهير کي هٿي ٿي ملي. ڏار ڏار لهجا پڻ متاسنا جا جوابدار آهن. اُترادي چون "چا" لاڙي چون" ڪچاڙو" ۽ ڪي تہ مرڳو چون "ڪچا." لهجن ڪان بہ وڏيڪ متا سنا کي "سهوليت" هٿي ڏي ٿي. هرڪو چاهي ٿو تہ ڏکئي آواز جي بدران سولو آواز ٻوليان. ڳرا آواز انهيءَ ڪري ماڳهين ڇڏي ڏين ۽ هلڪا اکر اُچارين ٿا. "هت ٿي ويهہ" کي اسان جا لاڙي پائر چون ٿا تہ " ات ٿي وي." اُتراڏي ۽ وچولي وارا انهيءَ گت سبب متائن ڏاڍو ڪلندا آهن. پر هو بہ انهيءَ ڪل جي پرواهہ نہ ڪري بہ پنهنجي اها گت ڪٽيو اچن. ڪي ڪي اکر هڪ جهڙا ٿين ٿا، انهن ۾ سواءِ باريڪ فرق جي، وڏيڪ ويڇو نہ هوندو آهي. "شيخ "کي انهيءَ ڪري ڪي اُچارين "سيخ." اهڙيءَ طرح هڪ جهڙا اکر گهٽو ڪري

پاڻ ۾ تبديل ٿيندا آهن. مرڪب اکر (وسرگ) جهڙوڪ ڀ، ٿ، ڦ، ڇ، جهہ، ڌ، ڍ، ک، گهہ ۾ (هہ) گڏيل آهي. اهي مرڪب اکر(وسرگ) اسان جي سنڌي قوم وٽ اسرن جي اثر سبب آيا. اسر "س" کي "هہ" ۾ ڦيرائيندا هئا. انهيءَ ڪري انهن مرڪب اکرن کي آرين وري "هہ" کي "س" ۾ ڦيرايو. اسر جي اسان جا وڏا بزرگ هئا سي چوندا هئا " بهت" تہ آريا چوندا هئا "هست"، اتي آرين " ٿ" (تهہ) کي "ست" ۾ ڦيرايو. اسان مرڪب اکرن مان ڪٿي " هہ" وڃائيندا آهيون، ڪٿي مرڪب اکر جي اڳ وارا اکر غائب ڪندا آهيون. ڪٿي وري مرڪب اکر اڳيئين اکر سان گڏ "هہ" جي پڌري اُچار سان ياد ڪندا آهيون. ڪن اکرن ۾ واڌارا بہ ڪريون تہ ڪن اکرن ۾ ڪوٽ بہ رکون. ڪي چون "ڊڪڻ" تہ ڪي چون "ڊڪ". اکرن جي مٽا سٽا جا وڏا سبب اهي ئي آهن. ننڍا سبب ٻيا بہ آهن جهڙوڪ آبهوا جو اثر، ٻاراڻي ٻولي، ٻاتيءَ ٻوليءَ جو اثر وغيرهہ مگر اهي اثر زوردار اثر نہ آهن، تنهن ڪري اکرن جي تبادلي ۾ انهن کي نظر انداز ڪري سگهجي ٿو.

آواز جي مٽا سٽا مان وڏو فائدو هي آهي تہ: (١) اسان کي لفظ جي معنيٰ آسانيءَ سان ملي وڃي ٿي. (٢) اهو پڻ پتو پئي سگهي ٿو تہ، اها مٽا سٽا ڪهڙي وقت ۾ ٿي ۽ ڇو ٿي. مثلاً ڪو اکر "و" جي بدران "ب" ٿيو ٿو ڪم اچي تہ اسان يڪدم چونداسون تہ اها مٽاسٽا آرين ۽ سنڌين جي تصادم وقت ٿي. اهڙي طرح سان اکر جي مٽا سٽا سبب معنيٰ ۽ تاريخ اسان اڳيان اپري بيهي ٿي. مٽا سٽا مان ڪجهہ نقصان بہ آهن. اکرن جو حليو بہ بگاڙيو وڃي ٿو مثلاً

”نقصان“ ۽ ”زيارت“ کي کو ”نشڪان“ ۽ ”جيارت“ چوي ته اهو ته لفظ جو بيڙو ئي غرق ڪيو ويو ۽ لفظ جو حليو ئي بگاڙي آواز کي بد زيبو ڪيو ويو. اهڙي طرح ڪي ڪي سهڻا الفاظ بدزيبا ٿيندا آهن ۽ ٿورن لفظن ۾ اکرن جي هير ڦير سبب معنيٰ جي بدران مرڳو انهيءَ جو ضد يا الٽاڻ پيدا ڪندي آهي. مگر گهٽي قدر ايئن نه ٿيندو آهي. گهٽي قدر اکر جي هير ڦير سبب درست معنيٰ نڪري ايندي آهي ۽ اکر جي هير ڦير سبب اصليت کي ويجهو پوندو آهي. انهن فائدن کي نظر هيٺ رکي مون هي ڪتاب لکيو آهي. اگر ڪنهن هن مان فائدو ورتو ته چئبو ته منهنجي محنت سجائي وئي ۽ مونکي منهنجي محنت جو ڦل ملي ويو.

محمد سومار الله بچايو شيخ
پير عالي شاھ جو ڪوٽ بدين، سنڌ
١٨ فيبروري ١٩٦٨ع

# سنڌي آوازن جا تبادلا

## (١) الف

جهڙي طرح راند ۾ مزو ۽ لطف ايندو آهي.اهڙي طرح آوازن جي ڦير گهير ۾ پڻ مزو ۽ لطف آهي. البت اهو مزو تڏهن ايندو، جڏهن اوهان آوازن جي سٺي طرح ڦير گهير جو مطالعو ڪندا. راند ڪيتري به ڪٿي دلچسپ ڇونه هجي، پر جي ڪنهن ان ڪي سمجهو ئي نه هوندو ته ان لاءِ اها دلچسپ راند به مڙئي دبي ۾ نڪريون ٿي پوندي. اهڙي طرح هي دلچسپ تبادلا به دلچسپي ٿا طلبين. انهن ڪي اگر اوهان دلچسپي سان مطالع ڪيو ته پوءِ ڪنهن به ڏکئي لفظ جي معنيٰ اوهان لاءِ ڏکي نه رهندي.

"الف" سنڌي الف–بي جو پهريون اکر آهي. "الف" جو گهڻو ڪري "هہ" سان تبادلو ٿيو آهي. ڇو ته پراڻي سنڌو ماتري جي رسم الخط ۾ " الف " ۽ "هہ" جي رسم الخط ذري گهٽ هڪ جهڙي آهي. ان ڪان سواءِ ننڍا ننڍا ٻيا پڻ تبدليل ٿيا آهن. هيٺ الف جي افاديت جو ذڪر ڪريان ٿو: الف جي جڳهہ تي لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ "و" ايندو ته جمع مان واحد ٿهي پوندو: مثلاً

| جمع | واحد |
| --- | --- |
| (١) ڪاڏا (الف) | ڪاڏو ( و) |
| (٢) رڻا (الف) | رڻو (( و) |
| (٣) لتا (الف) | ٿو ( و) |
| (٤) وينا (الف) | وينو(( و) |

| | |
|---|---|
| (٥) ڇوڪرا (الف) | ڇوڪرو (و) |
| (٦) وڻا (الف) | وڻو (و) |

" الف" جي جاءِ تي "س" آئي تہ اصل معنيٰ جي ابتڙ لفظ تي ويندو. مثال:

| الف | س |
|---|---|
| اولو | سولو. |
| رهنج | سهنج |
| اهکو | سهکو. |

گهڻين جاين تي لفظن مان "الف" ڪري پوندو آهي ۽ اچاريندڙ اُنهيءَ کي نہ ڪٽندا آهن. مثلاً

| | |
|---|---|
| مانڊ | مهند |
| اُبهڻ | بيهڻ |
| هائي هائي | هئي هئي |
| ڪاڏي | ڪيڏي |

ڪٿي ڪٿي ڪريل "الف" جي جاءِ تي "ت" "ٽ" اچي بيهندا آهن، جنهن جو مثال "ڪٿان" جي ڦير گهير ۾ نظر ايندو. لفظ "ڪٿان" شاهہ پڻ ڪم آندو آهي.
"ڪٿان سڪين سپرين ڪاسايڪي ڪار" انهيءَ "ءَ" جي جاءِ تي هينئر (ٿ) پئي ڪم اچي، سڀ "ڪٿان" پيا اچاريون. انهيءَ باري ۾ اوهان "ء" جي ذڪر ۾ وڌيڪ ڳالهيون مطالع ڪري سگهو ٿا.
اوهان پراڻو سنڌي شعر پڙهندي "اُتو" لفظ ضرور ڏسندا. اهو لفظ لاسيءَ ۽ جابلو سنڌيءَ ۾ اڄ بہ ڪم ايندو

آهي. اسان" اُتو" جي جاءِ تي "چيو" لفظ ڪم آڻيندا آهيون. اهو"الف" ۽ "چ" جو تبادلو آهي. اهڙيءَ مثا سٺا" ارا" يعني "ڪلا" لفظ ۾ تي آهي. اتي وري "ا" جي بدران "ڪ" ڪم آيوآهي.

الف جو وڏو تبادلو "هہ" سان ٿيو آهي، انهيءَ لاءِ ڪي سبب پڻ آهن. هڪ تہ "الف" ۽ "هہ" جو آواز هڪجهڙو آهي، ٻيو تہ انهن جي تحريڪ پڻ ساڳي آهي. انهي ڪري"الف" جي جاءِ تي "هہ" گهڻي انداز ۾ ڪم آئي آهي. مثلاً

| | |
|---|---|
| اُن | هُن |
| اُنهن، اُنن | هُنن |
| اُتي | هُتي |
| اُت | هُت |
| اتان | هتان |
| اُو | هُو |
| او | هو |
| اي | هي |

گهڻو ڪري ٻارڙا "هہ" جي جاءِ تي " الف" ڳالهائيندا آهن ڇو تہ هنن کي "هہ"کان" الف" سولو لڳندو آهي.لاڙي ماڻهن تان اترادي رڳو انهيءَ ڪري ڪلندا آهن، جو انهن ۾ "هہ" جي بدران "الف" ڳالهائڻ جي عادت گهڻي آهي. جيڪا لاڙين، ڪڇين ۽ لس ٻيلي وارن ۾ بنهہ گهڻي آهي.شاهہ جو رسالو سڄي جو سڄو لاڙي لهجي ۾ آهي.

"ايک قصر درلک، کوڙين ڪٽس ڳڙکيون"
هتي تہ هيڪاري ڳالهہ ڀڄري ٿي تہ لاڙين جو "هہ" جي جاءِ تي "الف" ڪم آندو تہ انهيءَ عيب سبب پنهنجا پائر اترادي تہ پاڻ تان ڪلايائون. پر هو هندي جا جنم ڏيندڙ ٿي پيا. هندي يا اردوءَ کي سنڌيءَ جنم ڏنو آهي، اها ڳالهہ ڪنهن ٻي دفعي اوهان سان ڪبي، هتي ڇيڙ ڇاڙ نہ ڪبي.

## (۲) ب

اوهان "الف" کان پوءِ "ب" تہ ضرور پڙهي هوندي. "ب" آئيويٽا موجب ٻيو اکر آهي. "ب" جو تبادلو هڪ "و" سان، ٻيو "ٻ" ۽ "پ" سان ٿيندو آهي. "ب" ۽ "ٻ" هڪ جهڙا آواز آهن. انهيءَ ڪري اسين چئون بابا پر اسان جا ڪڇي پائر چون ٻاوا. اهو "ب" جو "ٻ" سان پڌرو تبادلو آهي. پر پراڻي رسم الخط ۾ "ب" ۽ "و" جي صورت ۾ ٿورو تفاوت هو. انهيءَ سبب جي ڪري "و" جي جاءِ "ب" ۽ "ٻ" جي جاءِ تي "پ" عام طرح استعمال ٿيو. هيٺ اهڙا مثال ڏيان ٿو، جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ "ب" وارا اکر "و" ۾ ڪيئن تبديل ٿيا:

| ب | و |
|---|---|
| باجو | واجو |
| باندر | وانر |
| بانس | واس |
| برسڻ | ورسڻ |
| بره | وره |

| | |
|---|---|
| ٻنرو | ونو (ونرو) |
| ٻارو | وارو |
| ٻار ٻار | وار وار |
| ٻتال | وتال |
| ٻکو | وکو |

"ب" کي وسرگ جي قاعدي موجب ڪڏهن ڪڏهن "پ" ۾ تبديل ڪبو آهي. ڪتنب لفظ ڪٿي ڪٿي "ڪتنپ" انهيءَ قاعدي سبب ٻڌڻ ۾ ايندو آهي.

## (٣) ٻ

سنڌي "الف ب" ۾ "ٻ" ٽيون نمبر اکر آهي. "ٻ" کي ڊبيل "ب" سمجهڻ گهرجي. اگر اوهان ڌارين دوستن کي "ٻ" جو اُچار سيکاريو ته انهن کي ٻڌايو ته "ٻ" مشدد "ب" آهي، اگر اوهان مشدد "ب" وانگر "ٻ" ڪنهن غير سنڌي کي سيکاري ته هو آسانيءَ سان اهو اکر اُچاري سگهندو.

جيئن ته "ب" ، "ٻ" جي ڊبيل صورت آهي، تنهن ڪري ان جو آواز به "ب" وانگر تبديل ٿيندو آهي، ااسان جا ڪجهه پائر گهٽو ڪري "ب" کي ٻ ڪري اُچاريندا آهن. اسان اگر ڪنهن ڪچي پاءُ کان "ٻاوا" لفظ ٻڌون ته يقين سان ڄاڻو ته اهو "بابا" جو بدليل ۽ متبادل آواز آهي: اوهان اگر ڪجهه پائرن جي ڪن لفظن جي "پ" جي جاءِ تي "ب" داخل ڪندا ته اصل لفظ اوهان کي سامهون ٿي بيهندو ۽ اوهان جي مُنجهه دور ٿي ويندي. اسان جا ڪچي پائر مهاتما گانڌيءَ ٿي پيار

مان "ٻاپو" ڪري چوندا هئا. هن لفظ مان اسان کي "ٻ"، "ب" ۾ ڦيرائڻي پوندي ۽ لفظ "ٻاپو" " بابو" ( پ - ب) ڏسڻ ۾ ايندو. "بابو" ۽ "ابو" کان ته اوهان واقف ٿي هوندا. اسان پنهنجي پياري " پيءُ" کي "بابو" بہ ڪري چوندا آهيون. اهڙي طرح آوازن جي هير ڦير اوهان کي ڏکين لفظن سمجهڻ جي سگهہ ڏيندي. ڪٿي ڪٿي "ٻ" جي اکري ڦير گهر "ب" وانگر پڻ ٿيندي آهي چو تہ "ب" ۽ "ٻ" ملندڙ آواز آهن.

## (۴) ڀ

"ڀ" سنڌي آئيويٽا ۾ چوٿون نمبر اکر آهي. هن اکرجو " ب" "جھ" "و" ۽ "ڄ" سان تبادلو ٿيو آهي. اسان "ڀاءُ" "سانڀر" "اُڀارڻ" اُچاريندا آهيون ۽ سڀ الفاظ ڳالهائڻ وقت "ڀ" جو چٽو اچار ڪندا آهيون پر اسان جا ڪڇي ۽ لاڙي ڀائر، "ڀ"، جو "ب" ۽ "ھ" جي ملڻ سان ٺهيو آهي تنهن مان "ھ" ڪڍي باقي "ب" کي اچاريندڙ آهن، ۽ اُهي انهن لفظن کي "باءُ" "سانبر" "اُبارڻ" ۽ "سب" اُچاريندڙ آهن. ڪي چون ڪتنب، تہ ڪي چون ڪٽنڀ، ڪي چون "سڀ" تہ ڪي اُچارين "سب."

جيئن تہ "ڀ" کي "ٻ" آواز ويجهو آهي انهيءَ ڪري ڪي ڪي "ٻ" ۾ تبديل ڪن. جيئن تہ:

| | | |
|---|---|---|
| اُڀارڻ | کي | اُٻارڻ |
| اڀرو | – | اٻلو |
| اڀري | – | اٻلڙي |
| سڀير | – | سٻل |

اوهان ”ب“ جي ذڪر ۾ ”ب“ ۽ ”و“ جو تبادلو ضرور ڏيان ۾ رکيو هوندو. ”ٻ“ آواز جڏهن ”ب“ جي تبادلي هيٺ آيو تڏهن ”و“ جو تبادلو ازخود انهيءَ جيءَ آواز کي ويجهو ٿي ويو. اسان ”نيپاهڻ“ مصدر اچاريندا آهيون. ان کي ڪي دوست ”نواهڻ“ ڪري ياد ڪندا آهن. اهو تبادلو پهرين ”نيپاهڻ“ مان ”نباهڻ“ ٿيو هوندو ۽ پوءِ ”نواهڻ“ جي صورت ورتي هونديءَ. هي جو ڪي ماڻهون ”پٽون“ کي ”وڇون“ چوندا آهن اهو به انهيءَ تبادلي جي ڪري.

اسان جا ڪڇي ڀائر ”ٻ“ کي ”جهه“ ۾ پڻ ڦيرائيندا آهن. اسان چئون ”ليڻ“ ۽ ڪڇي چون ” لجهڻ“ کي ته رڳو ”ليڻ“ جي ”ٻ“ مان ”ب“ وجائي لهڻ ڪري اچارين. اهو ”ٻ“ جي بدلي ”هه“ جو اُسرڻ آهي.ڪي ليڻ ۽ لهڻ بدراَن ”لڏڻ“ جي صورت ”لڏي“ ڪم آڻين.. مون شيءِ لڏي آهي. اِهو ”ٻ“ ۽ ”ڏ“ جو تبادلو آهي.

جيئن ٻين آوازن جو تبادلو اوهان هن کان اڳ ڏٺو آهي. اهڙو تبادلو سڀن اکرن جو پاڻ ۾ ٿيندو آهي.آوازن جي تبادلي سان معنيٰ ۾ تبديلي ڪانه اچي، پر ڏکيو لفظ مرڳو آسان ٿيو پوي. اوهان جي سڀني اکرن جا تبادلا پاڻ وٽ نوٽ ڪري رکيا ته توهان کي ڪنهن به سنڌي لفظ جي معنيٰ ڳوليندي دير مور ڪانه لڳندي.

## (٥) ت

اوهان ”الف ب“ پڙهندي ”ت“ اکر ته پڙهيو هوندو. سنڌي ”الف ب“ ۾ اهو حرف پنجون نمبر اکر آهي. ”ت“ جو وڏو تبادلو ”د“ سان ٿيندو آهي.

اوهان جي امتحان خاطر آءُ هيٺ ڪي لفظ لکان ٿو، اوهان ڪوشش ڪري انهن جو ”د“ ۾ تبادلو ڳوليو:

(١) تنت (٢) پليت (٣) شت (۴) انت (٥) مات (٦) آساونت (٧) باروت (٨) بوتو (٩) تاتارڻ ۽ (١٠) توئر. اوهان انهن اکرن جو تبادلو ڳولهي ورتو تہ معنيٰ بہ چڻ ڪر ڳولهي ورتي. اوهان ڪجهہ ڪوشش تہ ڪريو. متان ڏهن لفظن مان ٿي لفظ ڳولهي سگهو. ڪوشش ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي. جي اوهان ٽن لفظن جي هير ڦير ڳولهي لهي سگهيا، تہ چئبو تہ منهنجي اڄ پڇيل محنت سجائي ٿي.

هاڻ اوهان جيڪي لفظ ڦير گهير ۾ آندا آهن سي هيٺين لفظن سان ڀيٽيو. اميد تہ اوهان کي نتيجي جي خبر پئجي ويندي. اهو اکرن جو تبادلو بہ آهي ۽ لفظن جي معنيٰ پڻ:

| | |
|---|---|
| (١) تنت | تند (ت –د) |
| (٢) پليت | پليد |
| (٣) شت | شايد |
| (۴) انت | اند (حد) |
| (٥) مات | ماد |
| (٦) آساونت | آساوند |
| (٧) باروت | بارود |
| (٨) بؤتو | بودو |
| (٩) تاتارڻ | ڌتارڻ |
| (١٠) توئر | دوئر |

هيءَ بہ ڳالهہ اوهان کي ياد رکڻي پوندي تہ ”د“ ”ڌ“ هڪجهڙو لهجو رکن ٿا. گهڻا ماڻهو انهن ۾ تميز نہ ڪندا

آهن. انهيءَ ڪري جيئن ”ت“ جو ”د“ ۾ تبادلو ٿيندو آهي، تيئن ”ڏ“ ۾ به تبادلو ٿيندو آهي.

| | |
|---|---|
| (۱) بتائڻ | ٻڏائڻ |
| (۲) ٻاتاڙ | ٻاڏاڙ |
| (۳) ٻاتڙو | ٻاڏڙو |
| (۴) ٻات | ٻاڏ |
| (۵) ابتو | اونڌو |
| (٦) جتائڻ | ٻڌائڻ |

انهيءَ تبادلي کان سواءِ ٻيا پڻ ڪي ”ت“ جا تبادلا آهن. ڪٿي ڪٿي ”ت“ ڪٽجي ويندي آهي. ”الٽڻ“ انهيءَ ڪري ”اُلڻ“ ٿيو آهي. ڪٿي ”ت“ ”ٺ“ ۾ تبديل ٿيندي آهي. جيئن بسنت مان بسنٺ. اوهان ”اُتڻ“ لفظ ته ٻڌو هوندو، ان جي معنيٰ چوڻ آهي. اِها ”ت“ ۽ ”ڇ“ جي مٽاسٽا آهي. مٿيئن مٽاسٽا کي ڏسي چئي سگهجي ٿو ته ”ت“ جو ”ٿ“ ”ڏ“ ۽ ”ڇ“ سان تبادلو ٿيندو آهي. ڪٿ ڪٿ ”ت“ اکر ڪٽيو پڻ ويندو آهي.

# (٦) ٿ

”ٿ“ اسان جي ”الف ب“ ۾ ڇهون نمبر اکرآهي. اهو اکر ”ت هه“ سان نهيو آهي. انهيءَ اکر جو گهٽو تبادلو ت، ڏ ۽ ء سان ٿيو آهي.

گهٽن اکرن جي وچ ۾ ”ت“ وانگر ”ٿ“ به ڪمزور ٿي ختم ٿي ويندي آهي. انهيءَ جي جاءِ تي ”ء“ اڀرندو آهي.هوئن به اوهان ڏٺو هوندو ته جڏهن ڪو جوان جماڻ

ماڻهو پوڙهو ٿي، ڪمزوريءَ ڏانهن وڌڻ لڳي ٿو ته، اُن جي جاءِ تي سندس اولاد اڀرڻ لڳي ٿو ۽ اهو سندس ڪم هٿ ۾ ڪٽي ٿو. اهڙيءَ طرح اکر جڏهن ڪنهن جاءِ تي ڪمزور ٿيندو آهي ته ان جي جاءِ تي ٻيو اکر اڀرندو آهي ۽ اسان انهيءَ جو ئي آواز ڪندا آهيون. پر اکرن جي دنيا عجيب آهي. ساڳيا مثل اکر سالن ڪان پوءِ اسري پوندا آهن. هن ڪتاب ۾ اکرن جو اڀرڻ ۽ ٻڏڻ ضرور ڏسي سگهندا. اهو ڏسي حيرت ٿيندي ته ڪو اکر ڪٿي ٻنهه ڪمزور ٿي ويو هوندو؛ اهو اکر ٻي هنڌ زوراور ٿيو پين اکرن کي پيو هيسائيندو ۽ پنهنجو ٻل جتائيندو. اوهان شاه جو رسالو ته پڙهيو هوندو، جنهن ۾ شاه صاحب هڪ هنڌ فرمائي ٿو ته: "ڪئان سڪئين سپرين ڪاسايڪي ڪار." اسان ڪئانَ جي بدران چئون "ڪتان". هاڻ اوهان کي ڪجهه ڪل پئي هوندي ته آواز ڪيئن مرن ۽ جيئن ٿا. "ء" جي جڳهه تي "ت" ۽ "ت" جي جاءِ تي " ء" رساڪشي ڪري رهيا آهن. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچيَ ته "ت" جو آواز مري سري ٻه جي پيو چو ته اسان هينئر "ت" ئي پيا اُچاريون، "ء" کي اسان وساري ڇڏيو آهي. "اُماٿو" (اُماٿڻ - مصدر ) لفظ اوهان کي لاڙ ۾ عام طرح ٻڌڻ ۾ ايندو. " ڪُنو اُماٿي ڇڏ". اوهان حيران نه ٿيو. "اُماٿو" لفظ "اونڌو " لفظ جو متبادل آهي." ت" جي جاءِ تي ڪٿي ڪٿي "ڌ" به ايندو آهي. "ت" جو وڌو تبادلو "ت" سان ٿيو آهي. "ٿ" ۾ هونئن به "ت" سان "ه"گڏيل آهي. لاڙ، لاسي ۽ ڪڇي "ه" کي گهٽو ڪري مرڪب آوازن مان ڪيرائيندا آهن، باقي "ت" بچائي اچاريندا آهن. هيٺين مثالن مان اهو تبادلو پڌرو ٿئي ٿو:

| | |
|---|---|
| ڄاٽي | جتي |
| ٽاٽي | تتي |
| ڄٽي ڪٽي | جتي ڪتي |
| ٽو | تو |
| ٽي | تي |

اوهان کي اگر "ٽ" جو پيو تبادلو نظر اچي ته لڪائي نه رکو، پنهنجي پائرن کي انهيءَ کان اگاهه ڪريو.

## (۷) ٽ

"ٽ" ستونُ اکر آهي. هن جي پراڻي صورت "ڙ" سان گهڻي ملندڙ هئي. پراڻي رسم الخط ۾ "ٽ" ۽ "ڙ" ذري گهٽ هڪ جهڙي صورت خطيءَ ۾ لکبا هئا، انهيءَ ڪري 'ٽ' ۽ 'ڙ' جو تبادلو گهڻي قدر ٿيو، اُن کان سواءِ تر، تل ۽ ز ۾ پڻ "ٽ" جي ڦير گهير ٿي.

"ناٽ" لفظ توهان ٻڌو هوندو. نچڻ وقت خاص نخري ۽ ناز جي ادائگيءَ کي "ناٽ" چئبو آهي. ناٽ کي ناز به چئبو آهي. اِهو "ٽ" ۽ "ز" جو تبادلو آهي.

ڪِي گهٽو ڪري 'ٽ' کي 'تر' ڪري اُچارين. 'پُٽ' کي 'پتر'، 'ٽي' (۳) کي 'تري' ۽ پاٽ کي 'پاتر'. اِهو 'ٽ' ۽ 'تر' جو تبادلو ليکبو.

'ٽڪو' کي 'ترڪو' ۽ پوءِ 'تلڪ' ڪري ياد ڪيو ويو. 'ٽ' جو 'تر' ۾ تبادلي جو نتيجو هو، جنهن کي هندو

موجوده وقت ۾ 'تلڪ' ڪري چوندا آهن. اِهو 'ٿ' ۽ 'تل' (تر) جو تبادلو آهي.

'ٿ' سان 'پ' جو ٿورو ڪجهہ تبادلو ٿيو آهي. اسان مان ڪي چون ڪَٿَڻ تہ ڪي آکين ڪپڻ، اِهو 'ٿ' ۽ 'پ' جو ڦيرو آهي.

'ٿ' جو تمام گهڻو ڦيرو 'ڙ' ۾ ٿيو، جنهن جي لاءِ آئون اڳي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ، پنهنجي جون پراڻيون لکيتون هڪ جهڙيون هيون. هيٺ 'ٿ' ۽ 'ڙ' جي تبادلي ۾ ايندڙ ڪجهہ الفاظ پيش ڪريان ٿو.

| | |
|---|---|
| انڌٿ | انڌڙو (ٿ= ڙ) |
| ٿُنٿڻ | ٿُڙڻ |
| هونٿ | هوڙ |
| اوٿ | اڙ |
| ٻلاٿي | ٻلاڙي (ٻيٺي) |
| ٻوٿو | ٻوڙو |
| ڦوٿ | ڦوڙ |
| جٿاء | جڙاء |
| ڇپٿي | ڇهنڊڙي |
| ڇُٿڻ | ڇڙڻ |
| ڇٿل | ڇڙيل |
| لتڪڻ | لڙڪڻ |
| لٿو | ليڙو |
| للاٿ | نراڙ |

# (٨) ٿ

"الف ب" موجب "ٿ" انون نمبر اکر آهي. "ٿ" جو تبادلو ٺ، ٽ، س، ڏ، ڙ، ڌ، ل، ۽ ڙ ھ سان ٿيو آهي.

"ٿاڻ کي "ٽاڻ" بہ چئبو هي. اِهو "ٿ" "ٽ" جو تبادلو آهي. پاٿو ۽ ڇٿي (بيماري) انهيءَ هير ڦير سبب "پاٽو" ۽ "ڇٽي" کري اُچاريا آهن. 'ٿ' کي 'ٽ' وانگر اُچاريو ويو هو، تڏهن ٿ (ت+ھ) مان 'ت' کڍي ويئي هئي ۽ باقي 'ھ' بچائي ويئي جنهن کي 'س' کيو ويو. جيئن 'ڦاهي' کي 'ڦاسي' کري اُچاريو ويو. اِهو تبادلو قديم وقت ۾ اٽڪل روءِ آرين جي وقت ۾ ٿيو. ڇو تہ آريا 'ھ' کي 'س' کريو اُچاريندا هئا. اُن وقت 'رٿو ' ۽ 'رٿل' لفظ 'رسيو' (رٿو = رٿو = رتهو = رهو= رسو = رسيو) ۽ رٿل (رٿل = رٿل = رتهل = رهل = رسل = رسيل) ڦير گهير ۾ آيا. اِها ڦير گهير اسان کي پراڻي سنڌي جي پراڻي تاريخ ڏانهن متو جه کري ٿي. گهٽ ۾ گهٽ آرين جي وقت ۾ هلندڙ سنڌي اسان اڳيان اُسري بيهي ٿي.

'ٿ' جي جاءِ تي 'ڌ' پڻ اُچاريو آهي. . 'کنٿي' انهيءَ سبب 'کنڌي' کري اُچاريندا آهيون.

'پٿ' کي 'پُٿاڌ' بہ چئون. اِهو 'ٿ' ۽ 'ڌ' جو تبادلو آهي.

'ٿ' جو 'ٽ' ۾ تبديل ٿي آهي تہ انهيءَ "ٽ' وري پنهنجو رخ "ڙ" ڏانهن ڦيرايو آهي. انهيءَ سبب "جوٿو" لفظ "کوڙو" کان بڌو آهي. "ڙ" جي جاءِ تي "ڙھ" پڻ مستعمل ٿي آهي. "لٿ" انهيءَ کري "لوڙھ" ٿي ياد ٿي آهي.

'ڙ' يا 'ر' جو 'ل' سان ويجهڙو تعلق آهي. 'ٿ' جو 'ڙ' ۾ تبديل ٿي آهي تہ 'ل' بہ انهيءَ جي ايل جهلي وينو

آهي. ’نوننو‘ ۽ ’لولو‘ انهيءَ تبادلي جو نتيجو آهي.

## (۹) ث

سنڌي ”الف ب“ ۾ ’ث‘ نائون نمبر اکر آهي. اسان جي ٻوليءَ ۾ ’ثَ‘ جي ڦير گهير مُور ڪانه ٿي آهي. تبادلو انهن اکرن جو ٿيندو آهي جيڪي آواز رکنا آهن. اسان عربي اثر سبب ’ث‘ لکندا ته آهيون، پر اُچاريندا ’س‘ آهيون. انهي ڪري ’ث‘ ڪي اسين پڙهندي، لکندي ۽ ڳالهائيندي به صحيح سڃاڻي نه سگهيا آهيون ڇوته اهو آواز اسان جو نه آهي پر عربن کان اُڌارو ورتو اٿئون. انهي ڪري اسان انهي اکر تي ڪو فخر ڪونه ڪندا آهيون. ڇو ته ”وبهائي توڻ، اُڌاري مت، ڪڏهن به ڪم نه ايندا آهن.“

## (۱۰) پ

اسان جي الف ب جو ’پ‘ ڏهون داڻو آهي. ’پ‘ سان ب ڇ ۽ ٿ جو تبادلو ٿيو آهي.

لاڙي ’پر‘ لفظ کي ’بر‘ ڪري ياد ڪن، ڪڇي پُڻ اُنهي ايل ۾ لاڙين سان ٻانهن ٻيلي ٿيندا آهن. اهو ’پ ’ب‘ جو تبادلو آهي. ڪي ’پنجو‘ چون ته ڪي ’ڇنبو‘ چون. درست ’پنجو‘ آهي. يعني پنجن آڱرين جو ميڙ. پر انهيءَ کي پنبو به چوندا آهيون. اهو ’پ‘ ۽ ’ڇ‘ جو تبادلو آهي.

اوچتو لامارو ڏيئي، سرڻ جهپ ۾ ڪا شيءِ ڪٽي وڃي ته شيءَ جو ڏٽي وائيڙو ٿيو پيو نهاريندو. گهٽو ڪري سرڻ گوشت تي واه جو جهپٽ هڻندي آهي. ’جهپ‘ ۽ ’جهٽ‘ هڪ

جهڙي معنيٰ رکندڙ لفظ آهي. هن لفظ ۾ ’پ‘ ۽ ’ٽ‘ جو تبادلو پڌري پٽ ظاهر آهي.

## (١١) ڦ

اسان جي پياريءَ ٻوليءَ جو يارهون اکر ’ڦ‘ آهي. ’ڦ‘ پُ + هَ گڏجڻ سان نهيل اکر آهي. انهي ڪري اِهو اکر مرڪب يا ٻٽن اکرن ۾ پڻ شامل آهي. ’پ‘، ف ۽ ٻ سان ڦ جو تبادلو ٿيو آهي.

’جائفل‘ کي جافر‘ ٻه چوندا آهيون. اِهو ’ڦ‘ جي جاءِ تي ف جو پڌري پٽ آيل اکر آهي. اهڙي طرح ٻين ٻه ڪيتري لفظن ۾ ’ڦ‘ ڦري ’ف‘ ٿيندي آهي.

لاڙ ۽ ڪڇ جا رهاڪو لفظن مان ’هـ‘ ڪڍي پوءِ ڳالهائيندا آهن. لاڙي ۽ ڪڇي انهيءَ ڪري ڦولهڙيون ۽ ڦهڪو لفظن کي پولڙيون ۽ پهاڪو ڪري چوندا آهن. اهو ”ڦ“ ۽ ”پ“ جي هير ڦير آهي. ”ڦ“ کي ’ٻ‘ ۾ تبديلَ ڪيو ويو آهي ’ڦند‘ لفظ انهيءَ ڪري ’ٻند‘ ٿي ويو آهي.

## (١٢) ج

’ج‘ اسان وٽ يارهون نمبر اکر آهي. هن جو تبادلو ”ي“، ”ڄ“ ”ز“ ۽ ”ذ“ سان ٿيو آهي.

”ج“ جو اُچار ”ڄ“ کي ويجهو آهي. انهيءَ کي ”ڄ“ جي جاءِ تي ”ج“ پڻ ڪم ايندي آهي، مثلا:

بجلي – وڄلي.

پرجا – پرڄا.

راجا - راڄا.
ساجن - ساڄن.
مهراج - مهراڄ.
’ج‘ جو اُچار ’ي‘ کي پڻ ويجهو آهي. انهيءَ ڪري انهن جو ٻه پاڻ ۾ تبادلو ٿيو آهي، مثلاً :
اڄوڳ - ايوڳ.
جوڳ - يوڳ.
مسجد - مسيت.
اسان جا بزرگ ’ج‘ جي بدران، ’ز‘ ۽ ’ذ‘ پڻ اُچاريندا آهن. مثلا
جات - ذات (ج -د).
جاترا - زيارت (ج - ز).
جيرو - زيرو (ج - ز).
جونڪ - ذونق (ج - ذ)
گجر - گزر (ج-ز).
اِهو ’ج‘ سان ’ذ‘ ۽ جو تبادلو آهي

## (١٣) ڄ

اسان جي الف ب جو تيرهون ’ڄ‘ اکر آهي. ’ڄ‘ جو تبادلو ’ج‘ ، ’دي‘ ، ’د‘ ۽ ’هه‘ سانِ ٿيوآهي.
سڄڻ - ساجن.
پرڄا - پرجا.
وڄلي - بجلي.
سڄ - سج.
راڄڪمار - راجڪمار.

هنن لفظن ۾ ’ڄ‘ جو اڪر ’ج‘ سان تبديل ٿيو آهي.
’ڄ‘ ’ج‘ سان تبديل ٿيندي آهي.
’وڄا‘ کي ’وديا‘ به چئبو آهي. اهو ’ڄ‘ ۽ ’دي‘ جو تبادلو آهي. ’ويڄ‘ کي ’ويد‘ به چئبو آهي، اِهو ’ڄ‘ ۽ ’د‘ جي هير ڦير آهي.
اسان جا ٻروچ ڀائر جي سرائڪي ٻولي ڳالهائيندا آهن ۽ سرائڪي ٻولي سنڌيءَ جي هڪ شاخ آهي. اُهي ’ڄلڻ‘ چون ۽ اسين ’هلڻ‘ چئون، اهو ’ڄ‘ ۽ ’ه‘ جو تبادلو آهي. اهڙي طرح ’ڄ‘ جا ٻيا تبادلا به ٿيندا آهن. جهڙا ’ڄ‘ ۽ ’جهه‘ جا تبادلا توهان جي نظر مان گذرندا، ڇو ته اهي سڀ اکر هڪ جهڙي آواز جا حامل آهن.

## (١٤) جهه

’جهه‘ اسان جي الفابيٽ جو چوڏهون نمبر اکر آهي. هن جو تبادلو ’ڄ‘، ’ڌي‘ ’ڌ‘ ۽ ’س‘ سان ٿيو آهي.
’جهبير‘ لاڙ جا مشهور ملاح آهن. انهن کي ’ڄُٻر‘ به چئبو آهي. اِها ’جهه‘ ۽ ’ڄ‘ جي هير ڦير آهي.
’سنجها‘ کي ’سنڌيا‘ به چئبو آهي. اتي ’جهه‘ ۽ ’ڌي‘ جي متاستا ٿي آهي.
’جهه‘ (ج+ه) مرڪب حرف آهي. ڌ (د+ه) به مرڪب حرف آهي. ’جهه‘ ۽ ’ڌ‘ جو تبادلو ٿيو آهي اِهو گويا ’د‘ ۽ ’ج‘ جو تبادلو آهي:

اٻوجهه – اٻڌ
ٻوجهه – ٻڌ
رجهڻ – رڌڻ.

سوجهڻ – سوڏڻ.
منجهل – منڏل.
پر اسان 'جهہ' ۽ 'ڏ' جو تبادلو ليکيندا سون ڇو تہ 'جهہ' ۽ 'ڏ' اسان وٽ باقاعده اکر آهن.

'جهہ' اصل ۾ 'ج' ۽ 'هہ' جو ميڙ آهي. "هہ" "س" ۾ ڦرندي آهي. "هنجهہ" کي گهٽا ماڻهو جو "هنس" کري چوند آهن، سو بہ انهي اثر جو نتيجو آهي. انهي ۾ "جهہ" جي "ج" وڃائي باقي "هہ" بچائي، اُن کي "س" کيو ويو آهي. اهڙي طرح "هنجهہ" لفظ ڦري "هنس" ٿي پيو آهي.

## (۱۵) ڃ

"ڃ" پندرهون نمبر اکر آهي. هن اکر جو گهٽو تبادلو 'ج' ، 'ڄ' ، 'ڻ' 'جهہ' ، 'ڱ' ۽ 'ن' سان ٿيو آهي.

'پڃرو' لفظ کي کي 'پنجرو' بہ کري چون. 'پڃڻ' لفظ کن وٽ 'پڄڻ' ٿي اُچاريو آهي. 'ٿڃ' کي کي 'ٿڻ' بہ چون. وڃٹُو ۽ وجهٹو هڪ ئي لفظ آهي. ماڃر لاڙ جا ملاح آهن. اُهي 'ماڱر' بہ سڏجن. 'ڏاڃوري' کي 'ڏارنورو' بہ چئبو آهي. انهن سڀن لفظن کي نمبروار جاچبو تہ 'ڃ' جو 'ج' 'ڄ' 'ڻ' 'جهہ' ڱ ۽ 'ن' سان تبادلو ٿيو آهي. 'ڃ' خود گُهٹون (غنہ) اُچار آهي. انهيءَ کري هن جو ڻ، ڱ ۽ ن سان پلئہ اٽکيوآهي. ڇو تہ اهي اکر پڻ غنہ آهن. ڃ ۾ ج جو عناصر پڻ جهلڪا وجهي جرڪي رهيو آهي. انهيءَ کري ڃ جو ج ۽ ڄ سان تبادلو ٿيو آهي. ج ڄ جهہ ڃ ڇ اکرن جي بڻ ماڻ ج ئي ٺڪ جو آواز آهي.

## (١٦) چ

’چ‘ ۽ ’ت‘ جو اُچار ساڳيو تہ ڪونہ آهي، پر پروارو آواز آهي. انهي پاڙيسريءَ جي اِيل ۾ ج ۽ ت جو تبادلو آهي.
’ٿ‘ جو اُچار ’ٿ‘ کي ويجهو آهي. انهيءَ ڪري ”چ“، ”ت“ تي ”ٿ“ پڻ تي ويو آهي. ”ت“ ۽ ”ڙ“ جو تبادلو تہ اوهان پڙهي آيا آهيو. ”چ“ جو تبادلو جڏهن ”ٿ“ وٽ پهتو، تڏهن اِها هير ڦير ”ڙ“ تائين پڻ پهتي. انگريزيءَ ۾ c جو اُچار ڪٿي آهي ”ڪ“ تہ ڪٿ آهي ’س‘. جيئن تہ اسان جو اکر ’چ‘ انگريزي اکر CH جي برابر آهي. انهيءَ مان H (هہ) حذف ڪبو تہ باقي وڃي C بچندو. اسان انهيءَ جهڙي ڪنهن پراڻيءَ هير ڦير سبب ’چ‘ کي ’ڪ‘ ۽ ’س‘ ۾ بہ آڻيندا آهيون. هيٺين لفظن ۾ اوهان مٿيئن ڦير گهير جا ڪجهہ مثال ڏسندا:

| | | | |
|---|---|---|---|
| چمچو | — | چمٿو | (چ - ٿ) |
| چاليهہ | — | تاليهہ | (چ - ت) |
| ڳيچ | — | ڳيت | (چ - ت) |
| چنبو | — | پنجو | (چ - پ) |
| لالچ | — | لالس | (چ - س) |
| پچيل | — | پکل | (چ - ڪ) |
| پچڻ | — | پڙڻ | (چ - ڙ) |

## (١٧) ڇ

’ڇ‘ سترهون نمبر اکر آهي. اِهو اکر مرڪب آهي ’چ‘ ۽ ’هہ‘ گڏجڻ سان نهيو آهي. هن جو تبادلو ’ٿ‘- ’ٺ‘ ’ڀ‘

'س' 'ڪ' ۽ 'ڙ' سان ٿيندو آهي.

هاڻ لفظن ۾ 'ڇ' تي توجه ڏيو ۽ ڏسو تہ انهيءَ جو ڪنهن سان تبادلو ٿئي ٿو:

(١) ڇيڙڻ – ڇيڙڻ.
(٢) ڇيهل – ڇيئل (هرڻ).
(٣) ڇلڙ – ڪلڙ.
(٤) ڇايا – سايو.
(٥) ڇو(لاسي) – ٿو.
(٦) ڇن(لاسي) – ٿين.
(٧) ڇو – ڪوھ.
(٨) اوڇي – اوڳي.
(٩) پاڇي – باڇي.
(١٠) پاڇائون – باڇائون.

اوهان مٿين لفظن کي اگر غور سان ڏٺو هوندو تہ 'ڇ' جي جاءِ تي اوهان کي نمبر وار هيٺيان اکر ڦير گهير جي نار ۾ ڦرندي نظر آيا هوندا ۽ (١۽٢) ڇ (٣) ڪ (٤) س (٥) ٿ. حيران نہ ٿيو. 'ڇ' جي جاءِ تي لس بيلي وارا سنڌي 'ٿ' ڪم آڻيندا آهن. اسين ڇئون منهنجو پٽ پنجن سالن جو ٿيو، آهي. لاسي ڇون مون جو پٽ پنجن سالن جو ٿو آهي. (٦) ٿ (٧) ڪ (٨) ڳ (٩)ڇ (١٠)ڇ.

'ڇ' مرڪب حرف آهي. 'ڇ' ۾ 'چ+ھ' مليل آهي. 'ڇ' اسان جي الف –ب جو سترهون اکرآهي. 'ڇ' جي ڦير گهير جو خاڪو مٿي ڏنو اٿم.

## ح (١٨)

ڪوبہ سنڌي خواندو ”ح“ جو اُچار درست نہ ڪندو آهي. ”ح“ جي جاءِ تي ”ھہ“ کي ياد ڪيو ويندو آهي. تنهن ڪري انهيءَ اکر وارا هڙموڙي اکر اسان ”ھہ“ سان تبديل ڪري اُچاريندا آهيون. ’حقو‘ ، ’حور‘ وغيره جهڙا تہ لفظ روز استعمال ڪندي اسان ’هُڪو‘ ۽ ’هُور‘ ڪري اُچاريندا آهيون. هونئن اسان لکندا ’ح‘ آهيون پر پڙهندا ’ھہ‘ آهيون. ’ح‘ الف - بي جو ١٨ اکر آهي. هن جي هيرِ ڦير ’ھہ‘ جي ڦير گهير جهڙي آهي.

## خ (١٩)

’خ‘ سنڌي الف - ب جو اوڻيهون اکر آهي. هي اکر پڻ اسان گهٽو ڪري درست نہ اُچاريندا آهيون. خيرمحمد، خيرات ۽ خليل کي گهٽو ڪري ’کير محمد‘ ، ’کيرات‘ ۽ ’ڪليل‘ کي گهٽو ڪري ياد ڪندا آهيون. ڪي عربي دان انهيءَ اکر کي مخرج سان ڳالهائيندا آهن. پر ڪڏهن ڪڏهن هو بہ ’خ‘ کي ’ڪ‘ اُچاري ويهندا آهن. جيتوڻيڪ اسان ’خ‘ درست نہ اُچاريندا آهيون پر انهيءَ مان اِهو مفاد حاصل ٿئي ٿو، جو درست تلفظ جي ڄاڻ سڃاڻ جلد ٿيو وڃي. جي اسان جا بزرگ پنهنجي الف - ب ۾ ”خ“ کي شامل نہ ڪن ها تہ ڪر ڏاڍي ڪڙ ٻڙ ٿئي ها ۽ گهٽا عربي تلفظ درست لکي ۽ سڃاڻي ڪونہ سگهون ها، انهيءَ ڪري اهو اکر اسان وٽ هجڻ ٻنه ضروري آهي.

## د (٢٠)

”د“ ٢٠ نمبر اکر آهي. هن جو تبادلو ”ت“ ”ٿ“ ”ڏ“

۽ "ڏ" سان ٿيو آهي.

"د" سان "ت" جو تبادلو گهڻو مشهور آهي. مثال طور:

آنت    اند

آد    ات

جسد    جست

هيڪاندو    ايڪانت

اهو سڀ "ت" جو تبادلو آهي. ٻين ٻولين ۾ به "د"، "ت" سان تبديل ٿيندو آهي. "ت" ۾ "هه" گڏبو ته "ٿ" جو ڏانچو ٺهندو. "گودڙي" انهيءَ ڪري ڦري "ڳوٿريءَ" ٿيو آهي.

"د" ڦري ڪٿي "ڏ" پڻ ٿيو آهي. "بند"، "ميندي"، 'ندان' ۽ 'داٿو'، انهيءَ سبب 'ٻنڌ' 'مينڌي،' 'نڌان' ۽ 'ڌاٿو' ڪري اُچاريا ويا. ڪٿي ڪٿي 'د' 'ڏ' ۾ ڦريو آهي: مثلاً،

دابلو    –    ڏابر.

دوهو    –    ڏوهيڙو.

دامن    –    ڏاوڻ.

دُور    –    ڏُور.

دوش    –    ڏوهه.

دک    –    ڏک(وغيره)

## (٢١) ڏ

"ڏ" د+هه گڏجڻ سان ٺهيو آهي. مرڪب يا ٻٽو حرف آهي. هن اکر جي "د"، "جهه"، "ٺ" ۽ "ٿ" سان ڦيرگهير ٿي آهي:

"د" سان هير ڦير:

| | |
|---|---|
| ڊان | داڻو. |
| نڊان | ندان. |
| بنڊ | بند. |
| ٻڌڻ | بندڻ. |
| داٽا | ڊاٽا. |

"جھ" سان تبادلو:

| | |
|---|---|
| سنڌيا | سنجها. |
| رڌڻ | رجهڻ. |
| اٻڌ | اٻوجهه. |
| منڌل | منجهل. |
| سوڌڻ | سُوجهڻ. |

"ٿ" سان تبادلو:

| | |
|---|---|
| ڪنڌي | ڪنني. |
| ڪنڌو | ڪنو. |

ٿ' سان تبادلو:

| | |
|---|---|
| اونڌو | اُماٿو. |

"ڌ" اسان جي ٻوليءَ جي آئيويتا جو ٢١ نمبر اکر آهي.

## (٢٢) ڏ

اسان جي الف - بي جو 'ڏ' ٻاويهون اکر آهي. هن جو تبادلو هيٺيئن ريت ٿيو آهي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڏوهيڙو | – | دوهو | (ڏ–د) |
| ڏاوڻ | – | دامن | (ڏ–د) |
| ڏُور | – | دور | (ڏ–د) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڏک | – | دک | (ڏ–د) |
| ڏهڙو | – | دُهرو | (ڏ–د) |
| ڏيھ | – | ديس | (ڏ–د) |
| ڏياري | – | ديوالي | (ڏ–د) |
| ڏر | – | ڊر | (ڏ–ڊ) |
| ڏر | – | ڊپ | (ڏ–ڊ) |
| کيڏڻ | – | کيلڻ | (ڏ – ل) |
| ڏسڻ | – | پسڻ | (ڏ – پ) |
| پُٺاڏ | – | پُٺ | ( ڏ – ٺ ) |

ميٺئن خاڪي کي ڏيان سان ڏسبو تہ، 'ڏ' سان 'د' ، 'ڊ' 'ل' ، 'پ' 'ٺ' جو تبادلو نشانبر تي بيهندو.

اوهان کي اکر 'ڏ' جي تبادلي جا کي لفظ هٿ ڙهن تہ پنهنجي پائرن ۽ يارن کي واقف کريو. کوشش کريو اوهان کي ضرور کي نہ کي نوان لفظ ملي ويندا.

# (۲۳) ڊ

'ڊ' جي پنيان کي کي دوست 'ر' اُچاريندا آهن. ۽ کي 'ڊ' کي 'ڊر' 'تر' ۽ 'ڏ' بہ تبديل کندا آهن. 'ڊر' کي کي 'ڏر' چون. اِهو 'ڊ' تي 'ڏ' جو اثر آهي. 'منڊ' کي کي 'منتر' بہ چون. اِهو 'ڊ' جي بدران 'تر' جو تبادلو آهي. کي 'چنڊ' کي 'چندر' کڙي ياد کن اِهو 'ڊ' ۽ 'در' جو تبادلو آهي. 'ڊ' اسان جي الف- بي جو ۲۳ اکر آهي. هن اکر جي ڦير گهير جو مٿي ذکر کيو ويو آهي. جن جي مادري زبان سنڌي نہ آهي، اُهي گهڻو کري 'ڏ' کي 'ڊ' سان تبديل کندا آهن.

## (۲۴) ڊ

’سانڊڻ‘ ، ”ڊارڻ“ ۽ ’ڊولڪ‘ کي ڪي ماڻهو ’سانپڻ‘ ’ڏارڻ‘ ۽ ’ڍهلڪڙي‘ پڻ ڪري چوندا آهن. اهو ’ڊ‘ سان پ، د ۽ ڍ جو تبادلو آهي.

’ڊ‘ سنڌي الف – ب جو ۲۴ اکر آهي. ڳڌبو اکر پڻ سڏبو آهي، ڇو ته ’د‘ ۽ ’هہ‘ جي ڳڌجڻ سان نهيو آهي.

## (۲۵) ذ

’ذ‘ جو صحيح اُچار پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل ٻئي نہ ڪري سگهندا آهن. ’ذ‘ جي جاءِ تي گهڻو ڪري ’ز‘ اُچاريو ويندو آهي. ڪي ڪي تہ ڪڇين وانگر ’ذ‘ جي متبادل ’ج‘ ڪم آڻيندا آهن. ذات، ذوق، ذرو لفظ انهيءَ ڪري ’جات‘ ’جونڪ‘ ۽ ’جرو‘ ڪري ياد ڪندا آهن.

## (۲٦) ر

’ر‘ جو وڏو تبادلو ’ل‘ سان ٿيو آهي. ’ڙ‘ ۽ ’ٽ‘ پڻ انهيءَ ڦير گهير ۾ آيا آهن.

اوهان ڪي ’ل‘ جو ذڪر پڙهندي ’ر‘ جو تبادلو تمام گهڻو نظر ايندو، انهيءَ جي خلاف ’ل‘ جو تبادلو ’ر‘ سان پڻ ٿيو آهي.

مثلاً ’ل‘ وارا لفظ آرس، ٻر، جر، سوير وغيره. ’ل‘ ۾ تبديل ٿيل: آلس، ٻل، جل، سويل وغيره.

ڪي لفظ جي پاڙ سان ’ر‘ رکندا آهن. اُهي ’ڙ‘ ۾ ياد ڪيا آهن. گهڻو ڪري اسان جا هندو ڀائر ’ر‘ کي ’ڙ‘ ڪري

اُچارين. اسين ڇٺون 'ڪپڙو' ۽ هوَ چون 'ڪپرو' اِهو 'ر' ۽ 'ڙ' جي هير ڦير آهي.

مَترَ جي لاڙ ڪي ڪي متر جي لاٽ بہ آکين. اِهو 'ر' ۽ 'ٽ' جو ڦيرو گهيرو آهي. اسان جي الف - ب موجب "ر" چوِيهون اکر آهي. انهيءَ جو تبادلو "ل" ۽ "ڙ" سان ٿيندو آهي.

هڪ ڳالهہ وسارڻ نہ گهرجي تہ ڪٿي ڪٿي "ر" کي ڪٽيو پڻ ويندو آهي. ڪي چون "چندر" تہ ڪي چون "چنڊ"، ڪي چون "پتر" تہ ڪي فرمائين "پٽ"، ڪي آکين "پريم" تہ ڪي چون "پيم"، ڪي لکن سکايو تہ ڪي لکن "سڪاريو" اهڙي طرح گهٽا ماڻهو "ر" کي حذف پڻ ڪندا آهن.

## (٢٧) ڙ

'ڙ' جي آواز جو اوهان کي مزو ڏسڻو هجي تہ ڪنهن واڻئين جي واتان ٻڌو. واڻيون "ڙ" کي "ر" ڪري اُچاريندو. اِهو اُچارڻ ڏاڍو مزيدار هوندو آهي. اوهان ڪنهن واڻئين کي چَئو تہ، ميان آک "ڪپڙي جو نهيل ڪُڪُڙ." تہ هو ارشاد فرمائيندو "ڪپري جو نهيل ڪُڪُرُ." اسان جا واڻيان دوست جي سڄي هندستان ۾ پکڙيا پيا آهن، سي "ڙ" کي "ر" ڪري ياد ڪندا آهن ۽ مزو تہ هي آهي تہ هو وري "ر" کي "ڙ" ڪري اُچاريندا آهن. اِها "ر" کي "ڙ" ڪرڻ جي عادت پٽين يا واڻين ۾ "موهن جي دڙي" کان وٺي هلي اچي. "پٽڙو" کي هو اُن وقت بہ "پٽرو" چوندا هئا. هاڻ اوهان کي ڪجهہ مزي جهڙي ٻيءَ هير ڦير جو بہ قصو ٻڌايان ٿو.

"ڙ" ۽ "ڻ" جا آواز پاڻ ۾ پاڙيسري آهن. انهيءَ ڪري

ماڙهو ۽ ساڙيهہ کي ڪي چون ”ماٺهو“ ۽ ”ساٺيهہ.“

’ڙ‘ جو تبادلو ’ٽ‘ سان جڳ مشهور آهي. انهيءَ کري ڪي.ماٺهو سنڌ جي ڏاکڻين حصي ’لاڙ‘ کي ’لاٽ‘ بہ ڪريو چوندا هئا. ’ر‘ جي ذڪر ۾ ’لار‘ ۽ ’لاٽ‘ جو ذڪر اوهان نظر سان ڪڏيو هوندو. ٻوڙو، مروڙڻ، ڦاڙڻ، ڪڙم، ڪڙهڻ، لانيڙ لفظ تہ اوهان ٻڌا هوندا. انهن جي پاران اسان ’ٻوٽو‘ ’مروٽڻ‘ ’ڦاٽڻ‘ ’ڪٽنب‘ ’تهڪڻ‘ ۽ ’لانيٺ‘ الفاظ ڪم آڻيندا آهيون.

’ر‘ جو ’ٽ‘ سان تبادلو ٿيو آهي. انهيءَ وقت ’ڙ‘ جو ’ٺ‘ سان بہ ڪجهہ تصادم ٿيو آهي. هر ڪنهن ڳالهہ جي تصديق لاءِ ڪونڪو شاهد هئڻ گهرجي. انهيءَ تبادلي لاءِ ’ڪوڙو‘ لفظ شاهد آهي. جنهن کي ’جوٺو‘ بہ چوندا آهيون. اهو ’ڙ‘ ۽ ’ٺ‘ جي هير ڦير آهي.

’مَڙڻ‘ کي ’ملڻ‘ بہ ڪري چئون. ’آڏيڙو‘ کي ’آڏيلو‘ ۽ اڙ کي ’اِل‘ بہ ڪري ياد ڪريون. ’ل‘ سان ’ڙ‘ جو اِهو پڌرو تبادلو آهي.

ڪٿي ’رڙ‘ کي ’ريهہ‘ سڏين. اهو چٽڪر ’ڙ‘ ۽ ’هہ‘ جو سودو ٿا ڪن. ’ناڙ‘ (نبض) کي نس بہ چئون. ”ڙ“ ۽ ”هہ“ جو تبادلو انهيءَ لفظ مان پڌرو ٿو ٿئي.

اهڙي طرح ”ڙ“ جو ’س‘ ’هہ‘ ’ٽ‘ ’ٺ‘ ’ر‘ ۽ ’ل‘ سان تبادلو ٿيندو آهي. ’ڙ‘ سنڌي الف ب جو ٢٧ نمبر اکر آهي.

## (٢٨) ز

’ز‘ جو آواز اسان ائين ٿا سمجهون تہ عربن اسان کي

ڏنو، پر ائين نہ آهي. 'ز' جو آواز اسان وٽ اڳي ئي موجود هو. عربي واهپي سان ڪولهڪي ٻوليءَ جو ڪوبہ واسطو نہ آهي، پر اوهان اگر انهن جي ٻولي ٻڌندا تہ هو توهان کي 'ز' جو آواز ٻڌائيندا. ڪولهڪيءَ ڪان سنڌي ٻولي وڌيڪ شاهوڪار آهي، انهيءَ ۾ 'ز' جو هئڻ ضروري آهي. 'ز' سان 'س' جو تبادلو سنڌيءَ کان سواءِ ٻين ٻولين ۾ بہ ملي ٿو. مگر سنڌي جو سنڌيءَ سان 'ز' ، 'س' جو تبادلو نظر نہ آيو اٿم، البت سنڌي ٻوليءَ جو ٻين ٻولين سان 'ز' ، 'س' جو تبادلو نظر مان گذريو اٿم. 'ز' کي اسان گهٽو ڪري 'ڙ' وانگر 'ت' ۾ ڦيرائيندا آهيون. 'ن' اکر انهيءَ ڪري 'نٽ' ٿي ويو آهي. ان کان سواءِ 'ز' جو 'ج' سان پڻ تبادلو ٿيو آهي. مثلاً ازگر= اجگر

زيارت = جاترا،

زانو = جانو،

زور = جور، وغيره.

## (٢٩) س

اوهان کي جي هڪ رپيو ڏجي ۽ چئجي تہ انهيءَ کي پئسن ۾ مٽارائي اچو تہ اوهان سوُ پئسا وٺي پوءِ ڪر رپئي تان هٿ کڻو. چو تہ رپيو يا سوُ پئسا هڪ جيترو ملهہ رکن ٿا. اهڙي طرح کي رڳا پئسا ڪونہ مٽبا آهن پر ڪيترين ٻيون وٿون آهن، جي هڪ ٻئي ۾ تبديل ٿينديون آهن آءُ هتي توهان کي آوازن جي تبديل جي ڳالهہ ٻڌايان ٿو:

منهنجيءَ هن ڳالهہ ٻڌڻ مان اوهان کي هڪ فائدو بہ پهچندو، اُهو هي تہ، اوهان جڏهن سنڌي ڪوبہ ڏکيو ڪتاب

پڙهندا ۽ منهنجي هن ڳالهه کي ڌيان ۾ رکندا ته اکرن جي تبديلي يا متاستا جي ڳالهه کي ڌيان ۾ رکي، اوهان ڪيترا ڏکيا لفظ يڪدم آسانيءَ سان سمجهي ويندا ۽ انهن لفظن جي معنيٰ ٻڌائڻ يا لکڻ ۾ دير نه ڪندو.

اوهان 'س' اکر ته پڙهيو هوندو. اِهو اکر سنڌي الف ب ۾ ٢٩ نمبر اکر آهي.

اهو اکر "س" ، "هه" سان تبديل ٿيندو آهي. ڦاسي جي ته اوهاَن کي معنيٰ اچي ٿي نه. ڪو گناهه ڪندو آهي ته، اُن کي ڪنڌ ۾ رسو وجهي، پوءِ هينان تختو ڪڍي ڇڏبو اٿس ته، اُهو ڏوهاري اُن رسي جي سرڪڻ ساهيءَ جي ڪري گهٽجي مري ويندو آهي. اوهان کي 'ڦاسي' جي معنيٰ لکڻي هجي ته، پوءِ هيڏو وڏو جملو متان لکو، رڳو 'ڦاسي' جي 'س' بدلائي 'هه' ڪجو ته معنيٰ نڪري ايندي. يلا اوهان جي خيال ۾ انهيءَ لفظ جي معنيٰ ڇا نڪتي. سمجهه ۾ اچي وئي نه. ها ، اوهان صحيح سمجهيو آهي 'ڦاسي' لفظ جي معنيٰ 'ڦاهي' . 'س' ، 'هه' جي تبادلي جي ڪري ڪوبه غلط نه ليکبندو.

جهڙي طرح 'س' بدلجي 'هه' ٿي ٿئي، اهڙي طرح 'هه' بدلجي وري 'س' ٿي ٿئي. بلڪل ائين جيئن رپيو بدلجي سوُ پئسا ٿو ٿئي ۽ سوُ پئسا بدلجي رپيو ٿو ٿئي.

اوهان 'هڪ' لفظ ٻڌو آهي نه. هڪ انگ ته آهي پر هتِ منهنجو اهو مطلب نه آهي. منهنجو مطلب اجا به ٻيو آهي. هَي ڏکيو لفظَ آهي. هڪ شعر جي ڪلي آهي ته:

'مونکي هڪ حبيب جي، هينئين منجهه هُري.'

مُنجهو نه ڪَٽي هيئن ڪريو جو 'هه' کي ڪٽي 'س'

سان ڦيرايو. ٿي نہ، ’هڪ‘ مان ’سڪ‘ . هڪ جي معنيٰ ’سڪ‘ آهي. هاڻ توهان اهو ڪلام آسانيءَ سان سمجهي سگهندا هوندا. اهي مون اوهان کي بہ مثال ڏنا آهن. هاڻ اوهان جو ڪم آهي تہ، اهڙا لفظ جي ’س‘ مان ’هہ‘ ٿين ٿا يا ’هہ‘ مان ’س‘ ٿين ٿا، اهي چونڊي پنهنجي نوٽبوڪ تي لکو يا اخبار کي موڪليو تہ اوهان سان گڏ ٻيا پائر بہ واقف ٿين ۽ اهي پڻ ڏکين لفظن کي انهن اکرن جي ڦيرين گهيرين هيٺ آڻي معنيٰ جلد ئي ڪڍي سگهن.

آءٌ هت ڪجهہ مثال پيش ڪريان ٿو. انهيءَ ۾ جاچيندا تہ ’س‘ جتي آهي، اُتي معنيٰ واري لفظ ۾ ڦري ’هہ‘ ٿي آهي.

| ’س‘ | = | ’هہ‘ |
|---|---|---|
| ڦاسي | = | ڦاهي. |
| ديس | = | ڏيهہ. |
| ڏوس | = | ڏوهہ. |
| سنڌ | = | هند. |
| ساڪ | = | هاڪ. |
| ڪسڻ | = | ڪهڻ. |
| ٻُس | = | ٻُهہ. |
| چوسڻ | = | چوهڻ. |
| سڪ | = | هڪ. |
| وَس | = | وَهہ. |
| ڪيسر | = | ڪيهر. |

## (۳۰) ش

’ش‘ ٽيهون نمبر اکر آهي. سنڌي مالها ۾ ڦرندي اُهو اکر ڪڏهن ’چ‘ ۽ ’س‘ جو روپ به وٺي ويهندو آهي:

شرير = سرير. (س).
شيوا = سيوا. (س).
شينهن = سينهن. (س).
شانتي = سانتي. (س).
شطرنج = چترنج. (چترنگ) (چ).

’ش‘ کي ’س‘ گهٽو ڪري اسان جا هندو ڀائر ڪندا آهن ۽ ڀهراڙيءَ وارا به ’ش‘ ’س‘ ڪري ياد فرمائيندا آهن. لوهه جي ’شيخ‘ کي گهٽا ساڳيا واڳيا ماڻهو ’سيخ‘ ڪري اُچاريندا آهن.

## (۳۱) ص

عربي اثر قبول ڪرڻ کان پوءِ اسان جي بزرگن ’ص‘ کي لکيت ۾ قبول ڪيو. اڄ به اسان ’ص‘ کي لکندا ته آهيون، پر انهيءَ جو صحيح اُچار نه ڪري سگهندا آهيون. اِهو عربيءَ جو حرف اسان جي سنڌي ٻوليءَ جو ۳۱ نمبر اکر آهي. اسلام کان اڳ سنڌين سان عربن جو وڏو تعلق هو. اسان جي مُلڪ جو ’چندن‘ عربن وٽ ’صندل‘ ٿي ويو. اهو ’ص‘ ۽ ’چ‘ جو تبادلو سنڌي ۽ عربي جي وچ ۾ ٿيو. انهيءَ تبادلي کان پوءِ عربن ۽ سنڌين جا پاڻ ۾ گهاٽا تعلقات ٿيا ۽ سنڌ باب الاسلام بڻي. انهيءَ ڪري سنڌي ٻوليءَ پنهنجو سڀ پراڻو ورثو وساري، اسلامي تهذيب، ثقافت ۽ تاريخ واري ورثي کي

پنهنجو ڪيو. انهيءَ ورثي سبب عرب جو ’ص‘ اکر اسان پنهنجو ڪيو. هونئن انهيءَ اکر سان اسان جو ڪو خاص تعلق نہ آهي.

## ض (۳۲)

’ڏيو‘ جو جمع ’ڏيا‘ آهي. عربيءَ ۾ روشنيءَ کي ’ضيا‘ ڪري چئبو آهي. ’ڏيئي‘ يا ’شمع‘ جي ضياء يا روشني رات جو گهرن کي اونداهيءَ کان بچائيندي آهي. ’ڏيا‘ کي عربيءَ ۾ ’ضيا‘ چئبو آهي. اِهو ’ڏ‘ ۽ ’ض‘ جو تبادلو ليکجي تہ ليکي سگهجي ٿو. هونئن اسان ”ض“ کي ”ز“، ”ذ“ وانگر ”ج“ سان تبديل ڪندا هئاسون. هينئر اهو عيب منجهينئون نہ آهي. خود ”ض“ پڻ عربيءَ ٻولي جو اکر آهي. اسان جي الف ب ۾ ۳۲ نمبر آهي، سندس آواز ’ڏ‘ جي دٻيل آواز کي ويجهو آهي.

## ط (۳۳)

”ط“ اسان جي ”الف-ب“ جو ۳۳ اکر آهي. هي اکر ترڪن جي اثر سبب اسان پاڻ وٽ قبول ڪيو. هن جو صحيح آواز اسان نہ ڪري سگهندا آهيون. ”ط“ جي جاءِ تي ”ت“ کي ياد ڪندا آهيون. ”طالب“، ”طلب“، ”طوطو“ لکندا ”ط“ سان آهيون، پر پڙهندا ”ت“ جهڙي آواز سان آهيون. ”طوطي“ کي ”چتون“ پڻ ڪري ياد ڪندا آهيون. اِهو چٽڪر ”ص“ وانگر ”ط“ جو بہ ”چ“ سان پيا تبادلو ڪريون. بهرصورت اِهو گورک ڌنڌو آهي. ”ط“، ”چ“ سان چو پئي

تبديل ٿئي، انهيءَ ڳالهه ڪي هتي ڪونه ٽا ڇيڙيون. موقعو مليو تہ اِها ڳالهه ڪولي ٻڌائبي ۽ اوهان جا شڪ دُور ڪبا. هينئر توهان ڪي اوسيئڙي ۾ ئي ڇڏيو ٿو ڏيان تہ اوهان ۾ جستجو جي عادت وڌي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اِهو ڦيرو مون کان اڳ اوهان ئي ڦولهي وٺو.

## (۳۴) ظ

گهڻا ماڻهو "ظلم" کي 'جلم' ڪري چون. 'ظاهر' کي 'جاهر' ڪري اُچارين. اهڙي هير ڪڇين کي بنهہ گهٽي آهي، لاڙي ۽ لاسي پڻ انهيءَ ڳت ۾ ڪڇين سان ٻانهن ٻيلي آهن. وچولي،اُتر ۽ ٻين پاسن وارا 'ظ' صحيح نہ اُچاريندا آهن تہ بہ 'ز' يا 'ذ' جي ويجهو اُچاريندا آهن. 'ج' ڏانهن 'ظ' کي گهلي نہ ويندا آهن. اسان جي الف-ب ۾ 'ظ' ۳۴ نمبر اکر آهي. هن جو تبادلو اسان جا ويڙهيچا 'ج' سان ڪندا آهن ۽ نہ تہ بہ ٻين سنڌين وانگر 'ظ' کي درست اُچاري نہ سگهندا آهن ۽ انهيءَ جي جاءِ تي 'ز' اُچاريندا آهن. اهڙي طرح مڙيئي پيو ڳاڙو ڳسڪي.

## (۳۵) ع

'الف-ب' ۾ 'ع' ۳۵ نمبر اکر آهي. 'ع' جي بدران اسان گهڻو ڪري 'الف' ۽ 'ء' اُچاريندا آهيون. 'ع' کي عربي عالم ۽ مولوي صاحب مخرج سان ڳالهائڻ جو سعيو ڪندا آهن. باقي جهڙي تهڙي جي اُچارڻ ڪان 'ع' بنهہ گهٽو پري آهي. 'ع' عربي جو اکر آهي، اسان سهل پسندن لاءِ اِهو

اکر ڳالهائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. اسان لکندا 'ع' آهيون مثلاً عارب، اسماعيل ۽ رب العالمين پر اُچارڻ مهل 'ع' کي ڇڏي 'الف' ياد ڪندا آهيون ۽ چوندا آهيون: آرب، اسمائيل ۽ رب ال آلمين. اهڙي طرح اسان 'ع' کي 'الف'، 'مد' ۽ 'ء' سان تبديل ڪندا آهيون.

## (٣٦) غ

سنڌي مالها ۾ جتي پنهنجا سهڻا سلوڻا سنڌ جا مڻيا پيا ٻهڪن، اُتي عرب جي خاڪ جا پٽر به پيا اڪيون روشن ڪن. 'غ' عرب جو گوهر آهي. جيڪو سنڌي الف-ب جي ٥٢ داڻن مان هڪ مشهور داڻو آهي.

اسان 'غ' جو اُچار درست ڪري نه سگهندا آهيون. اُن جي جاءِ تي 'گ' جي مجرا ڏيندا آهيون. 'غلام علي' کي انهيءَ ڪري 'گلام علي' ڪري ياد ڪندا آهيون. 'غ' جو اُچار ته غلط ڪندا آهيون، پر لفظن جي صحيح سڃاڻپ لاءِ 'غ' جو هجڻ تمام ضروري آهي، نه ته ڪيترا عربي الفاظ سڃاڻي ئي ڪونه سگهبا.

## (٣٧) ف

"آفت" کي آپدا، ۽ ڪافور کي ڪپور ڪري ياد ڪريون. اهو "پ" ۽ "ف" جو تبادلو آهي.

"ف" سنڌي ٻاون اکريءَ جو سٺنيهون پنهنجو نج داڻو آهي. "ف" جي تبادلي ۾ اکرن سستيءَ کان ڪم ورتو آهي. "ف" جو "پ" کان سواءِ ٻيو ڪنهن اکر سان تبادل نظر ڪو

نہ آيو اٿم. اگر اوهان کي ڪا اهڙي ڪل هجي تہ ڪرم ڪري واقف ڪجوم.

## (٣٨) ق

اسان جي ٻاون اکريءَ ۾ 'ق' انتيهون موتي آهي. عرب جي منڙي مُلڪ جي يادگيري ڏياريندڙ حرف آهي. 'ق' اسان درست نہ ڳالهائي سگهندا آهيون. اُن جي جاءِ تي 'ڪ' اُچاريندا آهيون. 'ڳ' ۽ 'ٻ' سان پڻ 'ق' جو تبادلو ڪندا آهيون. 'ڳالهہ' ۽ 'قال' 'ٻول' ۽ 'قول' مان اهو پتو پوي ٿو تہ، 'ق' سان 'ڳ' ۽ 'ٻ' جو تبادَلو ٿي سگهي ٿو. اِهو ڇڻ ڪر عربيءَ ۽ سنڌيءَ جو پاڻ ۾ تبادلو ٿيو. آءُ ٻي صحبت ۾ عربي ۽ سنڌيءَ جي آوازن جي هير ڦير جي ذڪر ۾ انهيءَ موضوع تي وڌيڪ روشني وجهندس.

## (٣٩) ڪ

سنڌي ٻوليءَ جي ڪهڪشان جو ٣٩تارو آهي.اهو سدا ٻهڪندڙ تارو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجيءَ بادشاهيءَ ۾ ڇ گ ڳ کي سير ڪرڻ جي موڪل ڏيندو آهي ۽ اهي ستارا "ڪ" جي سرزمين تي اچي رهندا ۽ گهمندا آهن ۽ تارڙا ڪڏهن 'ڪ' کي دعوت ڏئي پاڻ وٽ مهمان ڪري وٺي ايندا آهن. 'ڪ' ڏاڍو ڀُورالو' تارو آهي. ڪڏهن پنهنجي بادشاهي ۾ سير ڪندو آهي، ڪڏهن ٻين جي بادشاهي ۾ شيل پيو ڪندو آهي ۽ ڪڏهن آيس جو ريچڪ نہ وچئين غائب ٿي ويندو آهي. ڳولهي

ڳولهي ٻيهي رهو ته ٻه هن عيد جي چنڊ کي لهي نه سگهندا. اهڙي رنگيلي جوان جي هلت چلت ڏسڻ لاءِ اوهان هينيون خاڪو نظر مان ڪڍو ته "ڪ" جي چرپر جي سڀ سماچار اوهان کي پئجي وينديي:

| | | | |
|---|---|---|---|
| کهڻ | - | چوڻ | (ڪ - چ) |
| ڍرڪڻ | - | ڍرڻ | (ڪ ---) |
| کهاٽي | - | آڪاٽي | (ڪ-ک) |
| ڪامڙيو | - | ڪامڙيو | (ڪ-ک) |
| ڪُوڙو | - | ڪوٽو | (ڪ-ک) |
| ڪوپري | - | کوپري | (ڪ-ک) |
| ڪوپرو | - | کوپرو | (ڪ-ک) |
| ڪوٽري | - | ڳوٽري | (ڪ-ڳ) |

هن خاڪي کي ڏسڻ کان پوءِ اُميد ته اوهان کي "ڪ" جي تبادلي جي سڌ پئجي ويئي هوندي. مٿيون خاڪو ڏسو. انهيءَ ۾ جاچيندا ته اوهان کي "ڪ" جو "چ" "ک" ۽ "ڳ" سان تبادلو نظر ايندو ۽ ڪٿي ڪٿي "ڪ" ڪٽيل به نظر ايندو. جيئن پهرين ٻڌايو هوم.

# ک (۴۰)

"ڪ" جي ڪيڙ مان "ک" پڻ هڪ آهي. "ک" ٺهيو ئي "ڪ" ۽ "هه" ملڻ سان آهي. "ڪ" بنيادي اکر آهي ۽ ک، ڱ، ڳ ۽ گهه انهيءَ جا پڙاڏا آهن. بنيادي اکر کهڙا آهن انهيءَ جو ذڪر مون پنهنجي ڪتاب "سنڌي ۽ سنسڪرت" جلد پئي ۾ وضاحت سان ڪيو آهي. "ک" ۴۰ نمبر اکر آهي.

انهيءَ جو تبادلو ڪ، کهہ، ڇ، ڄ ۽ ھ سان ٿيو آهي. ”ک“ آهي ئي ’ڪ‘ ۽ ’ھ‘ جي ملاوٽ جو نتيجو. اسان جي ڪن دوستن ”ھ“ ڪڍي باقي ”ڪ“ کي بچائي ڳالهايو آهي. مثلاً:

کوپري - ڪوپري (ک-ڪ).
کامڙيو - ڪامڙيو (ک- ڪ).
کوٽو - ڪوڙو (ک-ڪ).

انهي جي خلاف ڪٿي وري ”ڪ“ وجائي ”ھ“ کي اُچاريو ويو آهي. کلڻ(ڪهلڻ) کي ”هسڻ“ انهيءَ سبب ڪيو ويو آهي.

ڪٿي تہ مرڳو ”ک“ (ڪهہ) جي اصلي حالت، ٻئي يا ڳڏي ساري ٻنهين کي صحيح حالت ۾ اُچاريو ويو آهي. ”آکاڻي“ ( آ کهاڻي) لفظ کي انهيءَ سبب ”کهاڻي“ ڪري ياد ڪيو ويو آهي ۽ آکڻ کي ”ڪهڻ“ بہ انهيءَ اصول تحت بنايو ويو آهي.

ڪٿي ڪٿي ”ڪ“ کي ”ڇ“ بہ چڪيو آهي. ”آکڻ“ انهيءَ ڪري ”چوڻ“ ٿيو آهي. ڪن الله جي ٻندن ”ڇ“ جي تبادلي ڪرڻ کان پوءِ ”ھ“ جي واڌاري سان ”ڄ“ کي بہ ياد ڪيو آهي. ”کل“ لفظ انهيءَ ڪري ”ڇل“ ٿيو آهي.

## (٤١) گ

”ڪ“ جي راڄداني جا مکيہ فرد ڳ، ق، س ۽ ڪ آهن. ”گ“ سنڌي ٻوليءَ جي قلعن مان ٤١ نمبر قلعو آهي. پنهنجي وڏي بزرگ ”ڪ“ وانگر ”گ“ پڻ ڪڏهن پنهنجيءَ راڄداني مان غائب ٿي ويندو آهي ۽ دوستن کي بہ منهن نہ ڏيکاريندو آهي. انهيءَ حالت ۾ سنڌس رعيت ڏاڍي ٻوڪي پئي لڳندي

آهي. ”ڪانگ“ لفظ تہ اوهان ٻڌو هوندو. ”گ“ انهيءَ اکر جي پڇاڙيءَ ۾ رهيو پيو آهي، پر اهو ”گ“ ڪڏهن اتان ٽپي هٽي پچي ويندو آهي ۽ انهيءَ جي جاءِ تي ”ء“ اڻ لکو اچي ويندو آهي. ”گ“ جي جاءِ تي سير تفريح لاءِ سندس پاڙيسري اکر ”ڳ“ پڻ ڪڏهن ڪڏهن ايندو آهي:

آگ - آڳ (گ - ڳ)

اوگڻ - اوڳڻ (گ - ڳ)

گڻ - ڳڻ (گ - ڳ)

گيت - ڳيچ (گ - ڳ)

ڪڏهن ”گ“ تان ”ڪ“ بہ ڦيرو ڪندو آهي،لفظ ”ڪ“ ٻي ليکي ”گ“ جو ويجهو عزيز آهي. ”ونگ“ ”وڪڙ“ انهيءَ سبب ٿيندو آهي.

”گل“ کي ”ڦل“ پڻ چوندا آهيون. اهو ”گ“، ”ڦ“ جو تبادلو آهي.

## (۴۲) ڳ

اسان جي الف ب جو ’ڳ‘ ۴۲ نمبر گل آهي. هي ’ڪ‘ ۽ ’گ‘ وٽ ڪڏهن ڪڏهن سير تفريح لاءِ ويندو آهي ، هونئن گهڻو سير وتفريح جو شوقين نہ آهي. ”ڪ“ سندس وڏو بزرگ آهي ۽ گ ڏاڏو اٿس، انهن وٽ ويندو آهي تڏهن ڏاڍو نياز سان هلندو آهي. ايتري قدر جو پنهنجي هستي انهن ۾ وڃائي ڇڏيندو آهي. هونئن تہ پاڻ چوندو آهي تہ ڳ، ڳڻ، اوڳڻ ڳيت ۽ ڳئون لفظ ڳ سان ڳالهايو پر جڏهن ”گ“ جي ياد ايندي اٿس تڏهن چوندو آهي تہ مون کي وساريو ۽ ”گ“ کي ياد ڪريو ۽ چئو تہ: آگ، گڻ ، اوگڻ، گيت ۽ گان .

"ڳ" جو ڪڏهن ڪڏهن گهمرو "ڪ" تان بہ ٿيندو آهي. "ڳوٺري" لفظ انهيءَ وقت "ڪوٺري" ٿي ويندو آهي. "گ" جي آوازي ڦير گهير 'گ' ۽ 'ڪ' سان ٿيندي آهي.

# (٤٣) گهہ

"گهہ" جو تبادلو "گ" ۽ "ڪ" سان "گ" وانگر ٿيو آهي. گهہ مرڪب يا ٻٽو يا گڏيو حرف آهي. اهو گ ۽ ھ گڏجڻ سان ٺهيو آهي.

جنگهہ - ٽنگ (گهہ - گ)
لنگهہ - لڪ (گهہ - ڪ)
لينگهو - ليڪو (گهہ - ڪ)
منگهٽ - موڙ (گهہ -)

مٿئين خاڪي کي اگر ڏيان سان ڏسبو تہ، پهرئين لفظ ۾ "گهہ" جو "گ" سان تبادلو ۽ ٻئي لفظ سان گڏ ٽئين لفظ ۾ "گهہ" جو "ڪ" سان تبادلو نظر ايندو. چوٿين لفظ ۾ "گهہ" حذف نظر ايندي. "گهہ" سنڌي ڦلواڙيءَ جي ٽيتاليهون نمبر ٻاري آهي.

# (٤٤) ڱ

سنڌي ڦلواڙيءَ جو "ڱ" اکر ٤٤ گلڙو آهي. هن اکر سان ڪو بہ سنڌي لفظ ڻ، ڙ، ڃ وانگر شروع نہ ٿيندو آهي. "ڪ" جي خاندان ۾ هي اکر نون غنہ (ن) جي نمائندگي ڪندڙ آهي. اسان جا بزرگ اڳي "ڱ" کي "نگ" ڪري لکندا هئا. هينئر بہ گهٽا اهو رستو ورتيو اچن. ڪي لکن اڱ ۽ رڱ ۽ ڪي تحرير فرمائين انگ ۽ رنگ. حقيقتن اها لکڻ جي هير ڦير

آهي. آواز ٻنهن صورتن جي حالت ۾ ساڳيو ڪبو آهي. "ننگڻ" کي "لنگهڻ" چوندا آهيون. اهو "گ" ۽ "گهہ" جو تبادلو آهي.

## (۴۵) ل

اکرن جي مٽا سٽا هڪ قسم جي جدول سمجهو. جهڙي طرح سان جدول ڏهڻ ڪان پوءِ حساب جو جواب لهڻ آسان ٿيو پوي ٿو بلڪل اهڙي طرح سان اکرن جي تبادلي جي خاڪي کي ذهن ۾ رکڻ سان ٻولي کي سمجهڻ سولو ٿيو پوي ٿو.

ل - ر
آلس - آرس
آلوٽ - آروٽ
تل - تر
تلوار - تراڙ
ٿل - ٿر
پٽل - پٽر
ڦل - ڦر
چڪلو - چڪرو
چوڦلو - چوڦرو
ٽالي - ٽاري
ٻل - ٻر
سوٻل - سوٻر
ڪجل - ڪجرو
ميل - مير
نالي - ناري

نالو - نارو

هولي - هوري

جتي "ر" آهي، سا معني واري لفظ ۾ ڦري "ل" ٿي آهي. "ر" ۽ "ل" جو تبادلو اهڙي نموني وڏي انداز ۾ ٿيل آهي.

## (٤٦) م

منهنجي پياريءَ ٻولي جو "م" اکر ٤٦ نمبر اکر آهي. اڳي اسان جا بزرگ هن کان "ن" غنه جي آواز جو ڪم تمام گهڻو وٺندا هئا. اهو مٿن عربيءَ جو اثر هو. اسان جا بزرگ ڪڏهن "سائين" لفظ "سائيم" ڪري لکندا هئا. قلمي نسخن ۾ اهڙي قسم جا الفاظ اوهان کي اڄ به انهيءَ نموني ۾ لکيل نظر ايندا. "م" جو گهڻو تڻو تبادلو "ل" ۽ "و" سان ٿيو آهي. هيٺين لفظن ۽ انهن جي خاڪي مان هير ڦير آسانيءَ سان پروڙي سگهجي ٿي:

چمڪاٽ - چلڪاٽ (م - ل)

نمڻ - نئڻ (م . ء)

موٽائڻ - وارڻ (م. و)

اهڙي طرح "م" جو تبادلو ل، ء، و وارن اکرن جي جاءِ تي عام طرح سان ٿيو. ل، ء، ۽ 'و' اکرن جي جاءِ تي "م" جو پڻ تبادلو اوهان ڏٺو هوندو.

## (۴۷) ن

"ن" سنڌي الف - ب جو ۴۷ نمبر اکر آهي. اسان "گهُٽين" نون جو ڪم انهيءَ ڪان وٺندا آهيون. حرف صحيح ۾ "ن" کي اُچاريندا آهيون. "ن" جو تبادلو "ل" ۽ "ج" سان ڪيو ويو ۽ ڪٿي ڪٿي "ن" کي ڪٽيو پڻ ويو آهي.

"ننگڻ" "نراڙ" لفظ "لنگهڻ" ۽ "للاٽ" ڪري اُچاريندا آهيون اهو "ن" جو "ل" سان تبادلو آهي.

"منائڻ" کي مڄائڻ به ڪري چوندا آهيون. "ن" ۽ "ج" نڪ جا آواز آهن. انهيءَ ڪري انهن جو تبادلو هئڻ لازمي آهي.

"مانگهه"، "مانگر مڇ" کي "ماگهه" "مگر مڇ" پڻ چئبو آهي. انهن لفظن مان "ن" ڪڍيو ويو آهي. ائين ڪيترن لفظن مان "ن" غنه توهان کي حذف ٿيل نظر ايندو.

## (۴۸) ڻ

"ڻ" سان، سواءِ "ٽوڻ" لفظ جي ٻيو ڪو به شروع ڪو نه ٿو ٿئي، ڪٿي تبادلي ۾ "ڻ" کي حذف پڻ ڪيو ويندو آهي. "ڻ"، "ڙ" کي ويجهو آواز آهي. انهيءَ ڪري انهن جو پاڻ ۾ ويجهڙائي جو رستو آهي. ڪٿي "ڻ" نون غنه وانگر به ڪم آئي آهي. مثلاً.

ڍڪڻ - ڍڪ (ڻ-- --)

ساٽيهه - ساڙيهه (ڻ - ڙ)

ڪٽاهه - ڪڙاهه (ڻ- ڙ)

ماٺون - ماڙهو (ڻ - ڙ)

وٽاھہ - وڙاھہ (ٽ - ڙ)
ڏڻ -ڏينهن (ڻ - ن)

"ڻ" جو اوهان کي ڪو ٻيو تبادلو نظر اچي تہ پنهنجي پائرن کي ضرور واقف ڪجو. البت جي اهو ڪرم اوهان مون تي ڪيو تہ اوهان جي ٿوري سان اهو هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويندو. مون کي جو ڪجھہ تبادلو سجهيو ٿي، سو مون اوهان کان لڪائي ڪو نہ رکيو آهي. اوهان کي بہ گهرجي تہ مون کان اوهان پنهنجي جاڻ نہ لڪايو. جي نہ لڪائيندا تہ مهرباني، جي ڪنجوس ٿي پنهنجي معلومات لڪائي رکي ڇڏيان تہ نهيو! منهنجي ميار اوهان تي لڳي. مياروں پنهنجن تي ڪبيون. ڌارين تي اينتريون ڪبيون!

## (۴۹) و

"و" اکر سنڌي ٻوليءَ جو ۴۹ نمبر اکر آهي. اهو "و" اکر گهڻو ڪري اسم واحد جي پڇاڙيءَ ۾ ايندو آهي. اسان جي سنڌي لفظ جي وڏي ۾ وڏي سجاڻپ بہ اها آهي تہ، اُن جي پڇاڙيءَ ۾ گهڻو ڪري "و" هوندو ئي هوندو. جن ٻين ٻولين ۾ بہ "و" لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ آهي، اهي ٻوليون بہ سنڌيءَ کان گهڻو متاثر ٿيل ليکبيون آهن. جتي سنڌي ٻوليءَ ۾ "و" آهي، فارسيءَ ۾ توڙي عربيءَ ۾ يا اردوءَ ۾ يا سنسڪرت ۾ اُتي "ب" ڪم آيل آهي. عربيءَ ۾ چون "بله" ۽ اسين سنڌيءَ ۾ چئون "ولھہ". سنسڪرت ۾ چئون "بال" سنڌيءَ ۾ چئون "وار". پارسيءَ ۾ چون "برآمده" ۽ سنڌيءَ ۾ "ورانڊو." اردو يا هنديءَ ۾ چئون "يلغار" يا "بسنت" اسين سنڌيءَ ۾ چئون "ولهار" يا "وسنت". اسان سنڌي جتي "و" اکر

اُچاريون اُتي "ٻيون قومون" "ب" اُچارين. اُهو انهيءَ ڪري ٿيو آهي جو دنيا جي پراڻي رسم الخط ۾ "و" ۽ "ب" جي صورت هڪجهڙي آهي. "موهن جي دڙي" ۾ پڻ ائين آهي. اهو اثر ٻين تي گهٽو آهي. پر خود اسان تي به ٿورو گهٽو آهي. اَسين به "و" جي بدران "ب" اچاريندا آهيون. "وانر" کي انهيءَ سبب ڪري "باندر" پيا چئون ۽ "وڄ" يا "وجلي" کي اڄ "بجلي" پئا چئون. اهڙيءَ طرح "ويراڳي" کي "بيراڳي" ۽ "ويراڳ" کي "بيراڳ" ڪري چوندا آهيون. ۽ آئون اهڙا الفاظ هتي ڏيان ٿو. هرويرو تہ "و" مان "ب" ۾ لفظ يڪدم تہ ڪو نہ نهندا پر اوهان جي محنت ڪندا، تہ توهان کي "و" کان "ب" ڏانهن ويندڙ اکر روز هڪ بہ ملنيو ويندا. اُهي نوٽ ڪريو. اهڙي طرح سان توهان وٽ لفظن جو ذخيرو وڌندو ۽ اوهان کي ڏکين لفظن جي معنيٰ ڪڍڻ ۾ ڪا بہ تڪليف ڪو نہ ٿيندي:

| و | — | ب |
|---|---|---|
| وارو | — | بارو |
| وينڪ | — | بينڪ |
| سرو | — | شراب |
| سيوي | — | سبي |
| ورهہ | — | برہ |
| ويراڳي | — | بيراڳي |
| وڏر | — | ابر |
| ورتاء | — | برتاء |
| ورسڻ | — | برسڻ |
| ورسجڻ | — | برسجڻ |
| ورسي | — | برسي |

"و" جا ٻيا به ننڍا ننڍا تبادلا ٿيندا آهن. ڪٿي "و"، "ي" ۾ به تبديل ٿيندو آهي، "سيوي" کي "سيپي" انهي ڪري چئبو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن "و" "ب" جي بدران "ب" سان به مٽبو آهي. "ويلڻ" جنهن سان ڪٽڪ جون مانيون پچائبيون آهن سو ڪٿ ڪٿ "ٻيلڻ" چوندي ٻڌو ويو آهي. انهيءَ ڪري واٽيءَ کي "ٻاٽي" به چئبو آهي.

"و"، "ھ" ۾ ڦرندو آهي، "چوڻ" انهيءَ ڪري "ڪهڻ" ٿيندو آهي. فارسيءَ جي لفظن ۾ جتي پڇاڙيءَ ۾ "ه" هجي، اُتان اها "ھ" ڪڍي "و" وجهو ته اُن لفظ جو روپ سنڌي ٿي پوندو. مثلاً "آشيانه ياناه" مان "آشيانو" يا آسوده مان "آسودو".

"و" ۾ "ڏ" به ڦرندو آهي. "ونگو" انهيءَ ڪري "ڏنگو" ٿيو آهي. ڪٿ لفظ "ويڪر" "موڪر" چوندي به ٻڌو ويو آهي. اهو "و" "م" جو تبادلو ليکبو "الاوڻ" کي "الاپڻ" به چون. هتي و، پ جو ڦيرو پڌرو ٿو ٿئي. ڪٿي ته "و" کي ڪٽيو ويو آهي. "وٿاڻ" لفظ انهيءَ ڪري "ٿاڻ" ٿيو آهي.

"و" "ب" سان تبديل ٿيندو آهي ۽ پڻ ب، پ، ڦ، ھ، ڪ، م، ڏ ۽ الف "و" سان تبديل ٿيندا آهن، جن مان مون ڪن جا مثال ڏنا آهن.

## (٥٠) ھ

"ھ" جو الف سان تبادلو

هيڪلو - اڪيلو

هڪ - اڪ
هُن - اُن
هُتان - اُتان
هَتان - اَتان
هو - اُو
هُتي - اُتي
هتي - اِتي

"هہ" جو "س" سان تبادلو

واهڻ - وسنئون.
آهنگو - آسانگو
آهرو - آسرو
اهڙا - اسکيا
اُرهہ - اِرس
مانهن - ماش
پيهڻ - پيسڻ
ماهہ - ماس

"هہ" جو "ڪ" سان تبادلو

"چوهر" لاسي ماڻهو "چوڪر" کي چوندا آهن ۽ "هہ" جو "ڪ" سان تبادلو ڪندا آهن.

"هہ" جو "چ" سان تبادلو:

"هاڪ" کي "چاڪ" پڻ چئبو آهي:
"چتي ويندين چاڪ، پاڻهين پوندا پيش مون" اِهو "هہ" ۽ "چ" جو تبادلو آهي.

"هہ" جو "پ" سان تبادلو

"لهڻ" کي "ليڻ" بہ ڪري ياد ڪريون، اهو "هہ" ۽

”پ“ جو تبادلو آهي. هونئن بہ ”پ“ مان ”ب“ وڃائبي تہ باقي ”ھ“ بچندي. اهو ڇڻ ”ھ“ سان ”پ“ بدلائي ويئي آهي.

”ھ“ سان ”ڄ“ جو تبادلو:

اسان جا سرائڪي وارا پائر ”هلڻ“ کي چون ”ڄلڻ،“ اهو ”ہ“ ۽ ”ڄ“ جو تبادلو ڪن ٿا. مٿي ”ھ“ جو الف، س، ش، ڪ، ڃ، پ ۽ ڄ سان تبادلو ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪان سواءِ ”ھ“ جو ٻين اکرن سان تبادلو مون کي ڪو نہ سجهي. ”ھ“ سنڌي ٻوليءَ جي آئيويٽا موجب ٥٠ اکر آهي. ”ھ“ جو وڏو تبادلو ”الف“ ۽ ”س“ سان ٿيندو آهي.

## (٥١) ء

”ء“ اسان جي الف - ب جو ٥١ اکر آهي. ”م“ ”ت“ ۽ ”ٿ“ سان ”ء“ جو گهٽو تبادلو ٿيندو آهي. هونئن گهٽو ڪري جتي ڪو اکر ڪمزور ٿي ويندو آهي. اُن جاءِ تي ”ء“ ايري ايندو آهي، وري جيڪو ٻيو طاقت وارو لفظ اتي قبضو ڪرڻ گهرندو آهي تہ ”ء“ ان کي وڏي دل سان جاءِ ڏيندو آهي. ”ء“ جي تبادلي لاءِ هيٺ کي لفظ ڏيان ٿو:

ڪنئاري - ڪماري (ء - م)
نئڻ - نمڻ (ء - م)
جيئان - جتان (ء - ت)
ڪيئان - ڪٿان (ء - ٿ)

## (۵۲) ي

"الف" کان وٺي "ي" تائين اکرن جي ڦير گهير جو ذڪر ڪري چڪو آهيان. باقي "ي" اسان جي ٻوليءَ جي الف – ب ۾ آخرين اکر آهي ۽ اهو ٿي ۵۲ اکر آهي. "ي" جو تبادلو "ڄ" ۽ "ج" سان ٿيو آهي:

سيڻ – سڄڻ (ي– ڄ)
يوگ – جوڳ (ي– ج)
ايوگ – اجوڳ (ي – ج)
مسيت – مسجد (ي – ج)

مٿين آوازي تبادلن کي ذهن ۾ رکيو ويو ته سنڌي ڏکين لفظن جي معنيٰ آسانيءَ سان يڪدم پلئه پئي سگهندي ۽ ٻوليءَ جي اندروني خاڪي جي خبر پئجي سگهندي. هن سڄي مٿاسٽا جو خاڪو پيش ڪيو ويو آهي ته جيئن هن سڄي ڪتاب جي آوازي تبادلي جي جدول آسانيءَ سان معلوم ڪري سگهجي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا **پَنَ** بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ **پَنَ** ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ **پَنَ** جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ **پَنَ** پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. **پَنَن** پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو **پَنَن** سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)